# سنڌ جي شاگرد تحريڪ

جام ساقي



پرھ ڦٽي پبليڪيشن ـ ۴

پرهه ڦٽي پبليڪيشن جو چوٿون ڪتاب

# سنڌ ۾ شاگرد تحريڪ

چام ساقي

Mumtaz Ahmed Odho

قيمت:

جون ١٩٧٤ع

پرهه ڦٽي پبليڪيشن
محمود چيمبرس گاڏي کاتو
حيدرآباد سنڌ

# پبلشر پاران

پرهه ڦٽي ڪتابي سلسلي جي چوٿين ڪڙي توهان جي هٿن ۾ آهي. هن دفعي اسان مختلف ماڻهن جي لکڻين ڏيڻ بدران هڪڙي جون لکڻيون يعني جام ساقي جا سنڌ جي شاگرد تحريڪ جي باري ۾ لکيل خيالات ۽ نوٽ ڏيئي رهيا آهيون. جنهن جو ڪارڻ هيءُ آهي ته سنڌ جي شاگرد تحريڪ جي تاريخ ۽ ان ڇنڊ ڇاڻ طور اهو مواد ڏيڻ ضروري هو. جي قسطن ۾ هلايون ٿا ته ۾ سٺو نه پيو لڳي. ان ڪري اهو سارو مواد ڪتاب جي شڪل ۾ ڏيون پيا.

هن ڪتاب ۾ ڪافي واقعا ۽ ڳالهيون چٽي نموني سان نه آيون آهن سو ان ڪري جو ليکڪ جي روپوش هجڻ ڪري اهي سڀ ڳالهيون وضاحت سان پيش نه ٿي سگهيون آهن. جنهن لاءِ معذرت خواه آهيون.

پرهه ڦٽي جو پنجون ڪتاب اميد ته ترت توهان تائين پهچندو.

توهان جو

سهيل سانگي

# مهاڳ

شاگردن جي باري ۾ آئون ڪڏهن به انهيءَ خوش فهميءَ
۾ نه رهيو آهيان ته هو ڪو اڪيلي سر انقلاب آڻي
سگهن ٿا يا مزدورن ۽ هارين جيترو اهم آهن. چاڪاڻ
ته شاگرد بنيادي طرح وچولي طبقي جو حصو آهن جيڪو
خوش فهمين ۽ موقعي پرستي جو فوري شڪار ٿئي ٿو
پر ان جو اهو مطلب قطعي ڪونهي ته شاگردن يا
نوجوانن جي تحريڪن کي نظرانداز ڪيو وڃي. چاڪاڻ
ته شاگرد معاشري جو پڙهيل لکيل روشن خيال، سنئون سڌو
ڦرلٽ ۾ حصو نه وٺندڙ ۽ غير يقيني مستقبل رکندڙ
حصو آهن. روز بروز جيئن تعليم جو دائرو وسيع ٿيندو
وڃي ٿو ۽ ان ۾ وڌيڪ کان وڌيڪ تعداد ۾ پيڙهيل
طبقن جا ماڻهو به منجهس شريڪ ٿيندا وڃن ۽ جيئن
جيئن موجوده فني ترقي، اقتصادي گهوٽالن ۽ قومي آزادي
جي تحريڪن سبب تحريڪن جو وهڪرو ويڪرو ۽
تکو ٿيندو وڃي جنهن سبب گهٽي ۾ گهٽا طبقا خصوصاً
سفيد پوش ذهني پورهيت به ان ۾ شامل ٿيندا وڃن
تيئن تيئن شاگردن جي اهميت وڌندي وڃي. ايتري قدر
جو اڄ شاگرد جيترو انقلاب جو حصو آهن، اوترو اڳي
تاريخ ۾ ڪڏهن به نه هئا. نوَ آزاد ملڪن ۾ ته

شاگرد ۽ هنجي تحريڪن سان گڏو گڏ هارين ۽ مزدورن
کي سجاڳ ۽ منظم ڪرڻ جو ڪم ٻن ڪري رهيا آهن.

هي ڪتابڙو تاريخ نه آهي پر تاريخ جي لاءِ ڪجهه
مواد ضرور آهي. تاريخ ۾ فرد نه پر لاڙا ۽ لاڙن کان
وڌيڪ انهن جي پٺيان ڪم ڪندڙ محرڪ، اقتصادي
حالتون ۽ جذبا اهم هوندا آهن. هن دور يا اوڻهين
صدي کان اڳ جي صحيح تاريخ نه لکي ويئي هئي ان
جا ٻه سبب هئا: هڪ ته سماج کي بدلائيندڙ قانونن
جي ڄاڻ تاريخ نويسن کي ڪانه هئي، ٻيو ته وقت
جي حاڪمن جي جبر کان ڏچي ٻه اڪثر تاريخون غلط
لکيون ويون يا رڳو بادشاهن جي نالن ۽ تاريخن (dates)
واقعن تائين محدود رهجي ويون.

سنڌ جي تاريخ بابت تمام ٿورو مواد ڇپيل آهي
وري نوجوانن جي هاڻوڪين تحريڪن بابت ته مور ڪو
نه جيترو مواد ڇپيل آهي. تنهن جو ٻيو وڏو حصو
ڪرسين جي لالچ ۾ ڪوڙ ۽ ٺوڙڻ مروڙڻ جو شڪار
ٿي چڪو آهي ان ڪري ضروري هو ته ڪجهه تاريخ
ڪجهه اکين ڏٺو احوال ۽ ڪجهه يادگيرين جي سهاري
حقيقتن کي ميدان تي آڻجي جيئن مستقبل جي تاريخ
سان هٿ چراند نه ٿي سگهي.

— ڄام ساقي

# پس منظر

۽

# شروعاتي سرگرميون

۴ مارچ جي تحريڪ بنيادي طرح سان سنڌي شاگردن جي جدوجهد جي ٽئين لهر هئي جا اڳين ٻنهي کان وڌيڪ گهري ۽ ڦهليل هئي. سنڌي شاگردن جي تحريڪ جي پهرين لهر ۱۹۵۵ع ۾ اڀري هر وچولي طبقي جي موجود نه هئڻ ۽ تعليم جي صرف وڏن ماڻهن يا مٿاهين وچولي طبقي تائين محدود هجڻ ڪري چند شاگردن جي ون يونٽ خلاف هڪ اڌ مظاهري کان پوءِ ختم ٿي ويئي.

ٻي لهر ۱۹۶۲ع ۾ آئي جنهن جا عملي طرح جدا ٻہ پاڱا هئا: هڪ تنظيمي وهڪرو — جنهن سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي شڪل اختيار ڪئي، ٻيو شعوري وهڪرو — جنهن ون يونٽ خلاف ڪجهه پمفليٽ ڪڍيا ۽ پٺين تي ”ون يونٽ ٽوڙيو ورنه؟“ لکڻ جي تحريڪ هلائي. اها لهر پهرين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ گهري ۽ ڦهليل هئي ۽ سنڌ جي چڱن خاصن اهم شهرن تائين ويئي. جاڪاڻ ته ان وقت تائين ٻہ وچولو

طبقو مناسب انداز ۾ موجود نہ هو ان ڪري اها گهڻو
وقت جٽاءُ ڪري نہ سگهي. ان کان سواءِ هن تحريڪ
جي ناڪامي يا گهڻو عرصو نہ هلڻ جا ٻہ سبب هئا:

پهريون اهو تہ اها ان وقت سڄي ملڪ ۾ هلندڙ
شاگردن جي ايوب شاهي خلاف تحريڪ سان ڳنڍجي
نہ سگهي. جنهنڪري نہ رڳو ان تي اثر وجهي نہ سگهي
پر اڪيلو ان کان الڳ رهي شاگردن ۾ مايوسي پيدا
ڪئي. ٻيو سبب اهو هو جو اها ان وقت جي وزير
ذوالفقار علي ڀٽي جي اثر هيٺ هئي. جنهن صاحب سنڌ
اسٽوڊنٽس فيڊريشن کي رڳو ڪيس ڊنر ڏيندڙ فيڊريشن
بنائڻ ٿي گهريو. جنهن ۾ هو صاحب ڪامياب بہ ٿيو
۽ جماعت ختم ٿي ويئي. ٽيون سبب اهو هو جو
فيڊريشن جي مرڪزي ليڊرشپ (اڳواڻي) ڪمزوري
سبب، ڪجهہ ڊپ ۽ ڪجهہ ڀٽي صاحب جي چوڻ تي
پٺين تي لڪيل ون يونٽ خلاف نعرن کان پنهنجي
لاتعلقي جو اظهار ڪيو. ان کان پوءِ ٽئين لهر ۴ مارچ
۱۹۶۷ع واري آهي پر ان کي چاڙهہ کان اڳ ٻي
لهر جي لهڻ ۽ تقريباً ماٺ وارو عرصو ۽ ٽئين لهر
جي چاڙهہ وارن وقعن ۽ واقعن کي بہ پرکڻ ۽ پروڙڻ
جي ضرورت آهي.

۱۹۶۷ع جي آخر تائين ٻي لهر ختم ٿي چڪي
هئي. ان جي حالت اها هئي جو ۱۴- آڪٽوبر ۱۹۶۳ع
۾ سنڌ يونيورسٽي مان ڪجهہ شاگرد ون يونٽ ٽوڙ

واري انهيءَ ڏينهن کي ڪارو ڏينهن ملهائڻ لاءِ گورنمينٽ ڪاليج آيا اهي ڪل ست ڄڻا هئا. جن ۾ بشير الصاري (هاڻوڪو انجنيئر) ديوان علي قلباڻي (هاڻوڪو هيڊ ڪلارڪ ڊائريڪٽوريٽ حيدرآباد) شريف ميمڻ (هاڻوڪو ليڪچرار) شايد ظهور انصاري (هاڻي صحافي) ۽ ٻيا همراهه جن جا نالا هن وقت ياد نه اٿم شامل هئا. گورنمينٽ ڪاليج ۾ ان وقت ساڍا ٻارهن سو شاگرد پڙهندا هئا جن مان آءٌ اڪيلو هنن همراهن سان شامل ٿيس ۽ انهن اٺن ڄڻن ٿي ڪاليج مان چڪر ڏنوسين. ان کان پوءِ همراهن کي حيدرآباد تائين اماڻي موٽيس.

## باعمل تنظيم جي ضرورت

انهي ١٩٦٣ع کان وٺي ١٩٦٤ع جي سيپٽمبر تائين رکو پمفليٽ وغيره ون يونٽ خلاف ورهائيندا هئاسين يا ڪينٽين ۾ ويهي ون يونٽ جي پروپيگنڊا ڪندا هئاسين. باقي ٻيو ٿيو خير ـــ آخر سيپٽمبر ١٩٦٤ع ڌاري صلاح ڪئي سين ته ٻيلي انهن ڪم نه هلندو ڪا تنظيم وغيره ٺاهجي. انهن ٿي ڏينهن ۾ مدينجي ۾ هاري ڪانفرنس ٿي هئي جنهن ۾ پورهيت طبقي سان پنهنجي دلچسپي سبب آءٌ به ويو هوس. اتي ڪامريڊ غلام محمد لغاري به مليو. هن صاحب سان ڪجهه ڪچهري به ٿي، ون يونٽ تي سنڌس ڪار جي ڏرٽي ٿي ايئي. آخر چيم ته ”سائين! اسين شاگرد ڪا تنظيم وغيره

ٿاهڻ گهرون ٿا ان بابت ڪو صلاح مشورو ڏيو"
الهي تي پاڻ چيائين "بابا چڱو ڪم آهي ڪريو،
مشورو ڪهڙو ڏيانوَ؟ باقي هن سال منهنجي ڀاڻيجي
يوسف لغاري يونيورسٽي ۾ داخلا ورتي آهي. ان سان
ملجو ڪهڙو ڪري اهو شامل ٿيندو." آءُ واپس آيس
بزن بلوچ، يونس ڪتري، اسماعيل آديجو ۽ آصف
وارن سان صلاح مشورو ڪيم ۽ چيم ته پاڻ ڪي تنظيم
جو ڪنوينر يونيورسٽي مان کڻڻ گهرجي. ۽ اتي پڌو
اٿئون ته غلام محمد لغاري جو ڀاڻيجو آيو آهي ان کي
کڻي ڪجي. سيپٽمبر ۾ گورنمينٽ ڪاليج جي چوڙ
تي ميٽنگ ڪئي سين ان کان اڳ يوسف لغاري کي
گرونگر واري هاسٽل ۾ کولي وڃي هٿ ڪيم ۽
چيومانس ته هيءَ جماعت ٺاهڻ جو پروگرام آهي ۽
توکي ڪنوينر ڪرڻ جو خيال آهي تون ڇا ٿو چوين؟
يوسف راضي ٿي ويو ته ڪيس ميٽنگ جو اطلاع ڏيئي
موٽي آيس گورنمنٽ ڪاليج جي چوڙ تي ويٺاسين
ڪافي انتظار ڪيوسين پر يوسف نه آيو، ته مون شرم
کي اکڙيون وجهڻ لاءِ ڪلاڪ کن جي انتظار کان
پوءِ همراهن کي ٻڌايو ته يوسف جي ناني تمام سخت
بيمار ٿي پيئي هئي، شايد ان ڪري اچي نه سگهيو
آهي خدا خير ڪري باقي ميٽنگ شروع ڪريو. ان
ميٽنگ ۾ رکيو فيڊريشن جي نالي تي غور ڪيوسين
گهڻئي نالا ويچار هيٺ آيا نيٺ حيدرآباد اسٽوڊنٽس

فيڊريشن نالو رکيوسين جو ان وقت سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن
ختم ٿي چڪي هئي ۽ ان جي اڪيلي نواب شاهه ۾
بچيل شاخ هاڻ تي نواب شاهه اسٽوڊنٽس فيڊريشن نالو
رکيو هو. اسان اهو ٻ فيصلو ڪيو ته ائين جڏهن سڄي
سنڌ جي شهرن ۾ جماعتون ٺهي وينديون تڏهن سڄي
سنڌ ليول تي جماعت ٺاهبي. هن ميٽنگ ۾ اسماعيل
آڏيجو، آصف لطيف، بيزن بلوچ، يونس ڪتري، لطيف
سومرو، حبيب خواجه، آءٌ ۽ ڪجهه ٻيا همراهه شريڪ
ٿياسين. آخر ۾ ٻي ميٽنگ لاءِ فيصلو ڪيوسين ته اها
سچل ڪاليج ۾ ١٠- آڪٽوبر تي ٿيندي جنهن ۾ فيڊريشن
جا عهديدار: ڪنوينر ۽ سيڪريٽري چونڊبا — انهي
ميٽنگ کان پوءِ آءٌ وري ٻئي ڏينهن گرونگر هاسٽل ڏانهن
ويس جتي يوسف کي هن ميٽنگ جي ڪاروائي بابت
ٻڌايم ۽ کيس اطلاع ڏنم ته ١٠- آڪٽوبر شام جو
وري ميٽنگ ٿي رهي آهي پاڻ ان ۾ اچڻ جو يقين
ڏياريائين.

ڏهين آڪٽوبر تي وري گڏياسين. ڪافي دير جي
انتظار کان پوءِ همراهن کي ٻڌايم ته "ٻيلي آءٌ ڀانيان
ٿو يوسف جي ناني جيڪا بيمار هئي سا گذاري ويئي
آهي، ڪلهه سڪرات جي خبر هئي" پوءِ ڪاروائي
شروع ٿي. آءٌ دل ئي دل ۾ ڏڄندو رهيس ته ڪٿي
ائين نه ٿئي جو يوسف اچي وڃي ۽ ناني مرحومه واري
خبر جي ترديد ڪري مون کي شرمندو ڪري. پر شڪر

جو همراهه نه آيو. خير سو ان ميٽنگ ۾ يوسف کي غير حاضري ۾ ڪنوينر سون کي سيڪريٽري چونڊيو ويو. ان ميٽنگ ۾ موجود دوست رفيق ميمڻ کي چيوسين، جنهن هالا ۾ فيڊريشن ٺاهڻ جي حامي ڀري، جيڪا ڪجهه عرصو پوءِ هالا اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي نالي سان ٺهي ۽ ڪم ڪرڻ لڳي. جنهن ۾ رفيق کان سواءِ، معين، ڪرم علي، عاقل، عبدالرزاق، مينگهو سل، عزيزالله ۽ ٻيا ڪم ڪرڻ لڳا. ١٩٦٤ع ۾ ٿي مون سائنس پڙهڻ ڇڏي ڏني. انڪري ٻاڀا سائين نارض ٿي ويا ۽ خط لکيائون ته يا سائنس پڙهه يا موٽي ڳوٺ اچ ـــ ڳوٺ ٿو وڃان ته ڪم ڪري نه پيو سگهان، انڪري لاچار گذر سفر لاءِ نوڪري ڳولڻ شروع ڪيم. اهي ڏينهن ڏاڍا تڪليف وارا گذريا. شهر ۾ هڪڙو دوست نجم الدين ميمڻ رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ان وٽ وڃي ماني کائيندو هئس نه ته ڏيل روٽي پڪوڙن تي گذران ڪيو هو. آخر ٽي چار مهينا رلڻ کان پوءِ واپڊا جي اجلي واري پلاننگ آفيس ۾ ڪلارڪي ملي جيڪا ساڍا پنج مهينا ڪئي ڪيم پوءِ وري والد صاحب جن راضي ٿيا ته اها ڇڏي ڏنم. نوڪري وارن ڏينهن ۾ به شام جو ڪم ڪار لاءِ ڪاليجن يا هاسٽلن ڏانهن هليو ويندو هئس. وري فاطمه جناح جي چونڊن واري موقعي تي جلسو جلوس هوندو هو ته صبح جو ئي آفيس مان کسڪي ويندو هوس. وري ١٩٦٥ع ۾ هندستان ۽ پاڪستان

جي جنگ ئي. اسان اهو سمجهيو ٿي ته اها اسان لاءِ نقصانڪار آهي (جيڪو پوءِ ثابت ٿيو جو سنڌ جي لکها ايڪڙ زمين فوجين کي ڏني ويئي ۽ هڪ ڊگهي عرصي تائين هنگامي حالتون نافذ رهيون). پر ان بابت ڪجهه، به وڌيڪ ته نه ڪري سگهياسين. هڪڙو نوان پيو تعداد ايترو وڌو نه هجي ۽ مٿان وري سياسي حلقن جو تعاون گهٽ ــــ بهرحال رات جو رنگ ڏيا ۽ برش کڻي پٿين تي لکڻ شروع ڪيوسين: "ڪشمير ڪشميرين جو آهي" ۽ "سيٽو سينٽو ڇڏي ڏيو." انهن ئي ڏينهن ۾ ڪامريڊ غلام محمد لغاري ڏس ڏنو ته مهر حسين شاهه هتي سچل ڪاليج ۾ داخلا ورتي آهي ۽ خالد ميموريل اسڪول ۾ پڙهائي به ٿو، ان کي به ڇٺو توهان کي هٿ وٺرائيندو. سو پٿين تي لکڻ واري ڪم ۾ عنايت ڪشميري، فدا حسين، علي اڪبر بروهي، ريحان، مير ٽيپو، غلام نبي، مهر حسين شاهه ۽ آءٌ هئاسين. يوسف شامل ٿي نه سگهيو. ان کان ٿورا ئي ڏينهن پوءِ هدايت ۽ نديم اختر سان به ملاقات ٿي ۽ آهي به هن ڪم ۾ شامل ٿيا. جنوري ۱۹٦٦ع ۾ اعلان تاشقند ٿيو ته اسان ان جي حمايت جو اعلان ڪيو. ساڄي ڌر وارين شاگرد جماعتن جمعيت طلبا وغيره ۽ ڪجهه نام نهاد اسلامي قسم جي يونينن جي عهديدارن ان تي ڏاڍي هاءِ دوس مچائي پر اسين اٽل رهياسين. طاهر رضوي (پيو طاهر حسين به هو جو فرق پرست ۽ ساڄي ڌر جو حامي هو) انهن ڏينهن ۾

اسان سان شامل هو. هن کان سٺي ڪاليج ۾ ٽينڊرز اعلان تاشقند خلاف جلسي ۾ اعلان جي حمايت ۾ ڳالهارايوسين ۾ ويچارو ڏاڍو هوٽ (Hoot) ٿيو. جمعيت طلبا وارن نعرا لڳايا: ”سرخو آهي“ ”روس ۽ پارٽ جو ايجنٽ آهي“ سو همران تقرير پوري ڪري نه سگهيو. ان کان ڪجهه ڏينهن پوءِ اسان کي فيروز الدين منصور جو ١٩٥٣ع ۾ لکيل پمفليٽ هٿ لڳو سو پڙهي ڏاڍا متاثر ٿياسين ۽ ان جي روشني ۾ ٻهرين مٿي ني هڪ پمفليٽ ڪڍيوسين جيڪو سائيڪلو اسٽائيل ٿيل هو اهو اردو سنڌي ٻنهي ۾ هو. ان ۾ چيل هو ته سنڌي، بلوچي، پشتو، پنجابي ۽ بنگالي قومي زبانون آهن انهن کي تسليم ڪيو وڃي ۽ سرڪاري زبانون بنايو وڃي. اردو قومي زبان ڪانهي رڳو رابطي جي زبان ٿي رهي سگهي ٿي. ان پمفليٽ جو مواد منظور ڪرڻ واري مٽينگ ۾ اسين ڪل ڇهه ڇٽا شريڪ ٿياسون. اها ميٽنگ سنڌ يونيورسٽي جي پراڻي ڪيمپس واري ڇپر تي ٿي هئي ۽ ان ۾ ا، يوسف لغاري نه آيو هو. هن ميٽنگ ۾ علي اڪبر بروهي، طاهر رضوي، عنايت ڪشميري، فداحسين غالباً مير ٿيبو ۽ آءُ شريڪ ٿياسين. پمفليٽ ته اڪتو اِن جو اثر ا، چگو ٿيو ۽ ڪجهه قوم پرست دانشورن ان تي ڏاڍو منهن گهنجايو، چي هي قومي زبان وري ڇا؟ هرو ڀرو حڪومت کي ناراض ڇو ٿا ڪريو. بس رڳو سرڪاري ٻولي لکو اهو ڪافي آهي.

ڪجهہ عرصي کان پوءِ انهيءَ ڳالهہ جي ضرورت محسوس ٿي تہ ڪم ۾ وڌيڪ سرگرمي، تيزي ۽ رابطي لاءِ فيڊريشن جون باقاعدي چونڊون ڪرائجن ۽ يونينن جي چونڊن ۾ بہ ڀاڱو وٺجي. تن ڏينهن ۾ نواب شاهہ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا ٻہ دوست بہ حيدرآباد ۾ اچي داخل ٿيا هئا ۽ هاڻي هتي حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا ڪارڪن اچي ٿيا هئا، منير سنڌي (هاڻي اديب) ۽ عبدالواحد اروڙي (هاڻي وڪيل ۽ سياسي ڪارڪن) فيڊريشن جي ميٽنگ ڪٺي سين تہ يونين ۾ ڪهڙا اميدوار بيهارجن. ان ميٽنگ ۾ يوسف لغاري تہ بہ آيو باقي ٻيا ڪافي همراهہ آيا سو فيصلو ڪيوسين تہ سچل ڪاليج مان مهر حسين شاهہ، سنڌ لا ڪاليج مان عبدالواحد اروڙي ۽ شفيق پراچہ، سٽي ڪاليج مان عنايت ڪشميري کي بيهارجي. يونيورسٽي لاءِ اتان جو ڪو دوست موجود نہ هئڻ سبب يوسف لغاري تي اهو ڇڏيوسين تہ هو فيصلو ڪري. پوءِ يوسف واڻ پيٽو. خير ان بعد وري فيڊريشن جي ميٽنگ رکي سين پر اها گرونگر هاسٽل ۾ رکي ويئي تہ جيئن يوسف بہ شريڪ ٿئي. اتي هن ڳالهہ تي ويچار ڪيوسين تہ هاڻي فيڊريشن جو ساليانو اجلاس سڏائجي. فيڊريشن جي اها پهرين ميٽنگ هئي جنهن ۾ اسان جو ڪنوينر يوسف لغاري شريڪ ٿيو هو. هن ميٽنگ ۾ ساليانى اجلاس جي صدارت لاءِ عنايت ڪشميري پنهنجي صاحب جو نالو تجويز

ڪيو جيڪو تازو وزارت تان لٿو هو ۽ معتوب هو (اها ٻي ڳالهه آهي ته تجويز پيش ڪرڻ لاءِ عنايت ڪشميري ۽ منظور ڪرڻ لاءِ اسين سڀ اڄ تائين شرمسار آهيون.) ٺالو منظور ٿيو. ته آءٌ ۽ مهر حسين شاهه ڪراچي وڃي ٻنهي سان ملياسين جتي ٻهريائين ته چيائين: "ميان توهان ڪي حڪومت ڏاڍو تنگ ڪندي ان ڪري سوچيو." اسان ورائيس ته اسين سوچي آيا آهيون، ته وري چيائون: "وزير هوس تڏهن ملو ها ته توهان کي ڪو فائدو ته پهچائي سگهجي ها، هاڻي آءٌ ڇا ٿو ڪري سگهان!!" اسان چيس اڳي توهان وزير هئا، ايوب خان جي وزير اسان ملڻ اسان لاءِ شرم جهڙي ڳالهه هئي هاڻي توهان هن ڪان الڳ آهيو تڏهن ته آيا آهيون. خير سو ڊسمبر جي ١٣- تاريخ مقرر ڪئي سين. واپس اچي ميٽنگ ڪئي سين ميٽنگ سچل ڪاليج ۾ ٿي ان ڪري يوسف لغاري شريڪ ٿي نه سگهيو. پر تيستائين سچل ڪامرس ڪاليج جو سڪندر علي خواجه فيڊريشن ۾ شريڪ ٿي چڪو هو اهو ئي هو (هو سنڌ ڪاليج يونين جو نائب صدر هو) ميٽنگ ۾ ساليانى اجلاس لاءِ بندوبست ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ۽ پيو فيصلو ڪيوسين ته وائيس چانسيلر کي (ان وقت حسن علي عبدالرحمان هو) سنڌس اختيارن کي نظر ۾ رکي مطالبن جو ميمورنڊم پيش ڪريون. جيڪو نائب ۽ سائيڪلو اسٽائيل ڪرائي

٢٢- نومبر تي ايهي ڪيوسين. ان ۾ ١٥ مطالبا ٽول هئا، جن مان ٽي مکيه هي هئا:

١- هر سال ونجڻدڙ داخلا اي بند ڪرائي وڃي.

٢- ايم. اي ۾ مادري زبان ۾ جواب لکڻ جي اجازت ڏني وڃي.

٣- شاگرد يونين تي مڙهيل آمراڻا آئين (جيڪو پاڻ ئي مڙهيو هئائين) ختم ڪيو وڃي. ۽ يونين کي پنهنجو آئين پاڻ ٺاهڻ جو اختيار ڏنو وڃي.

محترم حسن علي عبدالرحمان اهي مطالبا مڃڻ کان انڪار ڪيو.

اسين سالياني اجلاس جي تيارين ۾ رڌل هئاسين سبب ڪاليجن ۾ اليڪشن ورڪ وغيره نه پيا ڪري سگهون ۽ ان وچ ۾ سچل ڪاليج مان مهر حسين شاهه بنا مقابلي چونڊجي آيو. لا ڪاليج مان عبدالواحد اروڙي به چونڊجي ويو باقي وڃي بچيا همراه بچيا هئا: يوسف لغاري ۽ عنايت ڪشميري ــــ اتي مقامي يونٽ جا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون به ورڪ ڪندا رهيا ۽ سر اسين پاڻ ايترو گهٽو نه وڃي سگهياسين. آ ۽ ڪل ٽي چار دفعا يونيورسٽي يا سٽي ڪاليج ويس ۽ يوسف لغاري مون کي چيو ته ”مون کي رکو سالياني اجلاس جا دعوت ناما چڱا خاصا ڏجو، ورڪ پاڻهي ان مان ٿي ويندو. مالي مدد ڪرڻ اسان جي حيثيت کان مٿي جي ڳالهه هئي. خير سو

اجلاس لاءِ چندو وغيره ڪڏ ڪيوسين ان ۾ علي اڪبر
اروهي، عنايت، فدا حسين، عبدالحئي پليجو ۽ ريحان
سٺي همت ڪئي ۽ اسين ڏيڍ هزار کن روپيا ڪڏ ڪري
وياسين. اجلاس جا دعوت ناما ڪل هزار کن ڇپيا
هئا. سيني چندو ڏيندڙن، وڪيلن، اديبن ۽ شاگرد
يونين جي عهديدارن کي ڪارڊ ڏنا هئا، سو وٽ
وٽان ٽي ويٺي باقي وڃي مون وٽ ڪارڊ سٺ کن بچيا.
همراه ٻه ڪجهه رهيل هئا، ته سڄو يوسف به اچي نڪتو
چيائين ته سو ڪارڊ ڏي، هاڻي اهي ڪٿان اچن؟ سو
همراه ڪاوڙجي نڪتو. چئي اس نڪو نو آءٌ يونيورسٽي
جي اليڪشن وڙهان، نڪو فيڊريشن سان فيڊريشن
سان تعلق آهي ۽ هليو ته وڃان سيرهوورخاص. اسر—
پويان لڳو سانس ڪراچي هوٽل تي وڃي ورتوسانس ان
۾ ويهاري ٤٠ کن ڪارڊ ڏنئي ارچايـم تڏهن وڃي
همراه ڪجهه ٺڌو ٿيو. پيسا باقي ٿورا بچيا هئا سو
سپاسنامون جو مون کي پڙهڻو هو ان جو ڪاپيون ته
ڇپرائي سگهياسين پر ڪنوينر جي رپورٽ ڇپرائيسين
جا يوسف کي پڙهڻي هئي. ١١- ڊسمبر تي ميررسول
بخش خان (جنهن صاحب پنهنجي ترس جو بندوبست
ڪيو هو) جو نياپو مليو ته بابا هيڏو ماڻهو پيو اچي
اسٽيشن تي استقبال ته ڪريو. اسين اڳي ئي رڌل—
پنهنجي کي گهرائي پئي سوچيوسين ته ون يونٽ بابت نه
ڳالهايائين ته اسان جو ته پڪهر ئي ٿاڻي ۾ ويو سو ڏسي

۾ اچي وياسين.

خير مير صاحب پنهنجي خرچ تي استقبال جا پوسٽر ڇپرايا. گاڏيءَ تي الاهي ماڻهو ويا. اسان پنهنجي طرفان ان ڪم تي عبدالحئي ٻليجي کي لڳايوسين. آئون لياقت ميڊيڪل ڪاليج (L. M. C) ويس ۽ ڪامل راڄپر کي چيم تہ ٻسون ڪٺي اچي استقبال ڪجو. ڪامل اهو ٻڌي مون ڏانهن ڏٺو تہ اچي ڳالهہ ۾ چڙهي ڪياسين. اسان ٻنهي کي اهو وقت ياد آيو جڏهن پنو وزير هو، ڪامل ان جو استقبال ڪرڻ لاءِ اسٽيشن تي ٻسون وٺي آيو هو ۽ اسان اتي "ون يونٽ ٽوڙيو" جا نعرا هنيا هئا. جنهن تي پنو تہ ناراض ٿيو هو پر ڪامل ۽ ڏاڍو ڪاوڙيو هو. اسان کي اهو ۽ خار هو ڪجهہ ڏينهن اڳ محترمہ جناح جا ان وقت جمهوريت جي علامت (Symbol) ٻڌجي وئي هئي آن جي خلاف پني صاحب نهايت بي ادبي وارو بيان ڏنو هو. ان ڪري ڪامل جي ڪاوڙجڻ جي باوجود اسان نعرا بند نہ ڪيا. اهو جيئن پني ياد آيو تيئن ٻئي کلياسين. پوءِ آفندي چيومانس: "پرواه نہ ڪر وقت وڏو حرامي جانور آهي. تون آهين هڪ فرد سان ٻڌل، اسين آهيون منزل سان ٻڌل سو اڻين وري بہ پيو ٿيندو ۽ ۾ پيا ڪنداسين."

خير سو استقبال ۽ ٿيو. شام جو اجلاس ۾ تمام وڏو ميڙاڪو تي ويو دعوت ناما ڏنا هئاسين، هڪ

هزار ۽ ماڻهو گهٽ ۾ گهٽ چار پنج هزار آيا هئا،
آئي مون آئي سپاسنامو پڙهيو. جنهن ۾ لکيو هئم ته
هاڻي پوڙهن درٻارين جي جماعت مسلم ليگ کي ڇڏ
۽ اچي ون يونٽ جي خلاف تحريڪ هلائي ته اسين
سڀ تنهنجي پٺيان آهيون. ۽ ان سان گڏ سنڌي زبان
کي قومي زبان تسليم ڪرائڻ لاءِ ۾ مانٽ ڏيءِ وري
يوسف لغاري آئـي ڪنوينرس رپورٽ پڙهي جنهن ۾
فيڊريشن جي ماضي جي سرگرمين جو تفصيلوار ذڪر
ڪيل هو. يوسف صبح جو ئي ان جي ڏکي هجڻ
جي شڪايت ڪئي هئي سو ڇپا ڪيائين جو پهريان
۾ صفحا پڙهي وري آخري صفحو پڙهي جند ڇڏايائين.
(ان تي جلسي کان پوءِ اسين پاڻ ۾ ڪجهه ٽڪا ۾
پيا سين.) پنو صاحب ته خير سڄي سپاسنامي کان لنوائي
ويو ۽ وچي اسرائيل ۽ هندستان تي پيو.

ها سچ اهو ته ٻيو شام جو، صبح جـو فيڊريشن
جو ڪائونسل اجلاس هو جنهن ۾ عهديدارن جي چونڊ
هئي. ٿوري گهڻي ڪوشش کان پوءِ پيا تـه سڀ بنا
مقابلي چونڊيا ويا مون کي جنرل سيڪريٽري چونڊيو
ويو ۽ صدر جي عهدي تي ٽي چار همراه اميدوار ٿي
بيٺا ڪو هٽ تان نـه پيو لهي. آخر مون اٿي يوسف
لغاري جو نالو پيش ڪيو ۽ چيم ته بابا اسين ته هن
کي ئي سپورٽ ڪريون باقي اوهان جي مرضي — هو
سابق ڪنوينر ۾ هو انهيءَ ڏاول تي سيني اميدوارن

ڪان هٿ ڪڍايوسين ۽ همراه صدر چونڊجي ويو.

پنجن ستن ڏينهن ۾ ئي شاگرد يونينن جون چونڊون مڪمل ٿي ويون جن ۾ يونيورسٽي مان ته، ڪٽيوسين پر سڀني ڪاليج مان اري طرح هارايوسين. ڪجهه ڏينهن رڪي وري فيڊريشن جي ميٽنگ گروئنگر هاسٽل ۾ رکي سين. آن ۾ بنيادي تجويز اهائي هئي ته، ڪا تحريڪ هلائجي ڪجهه، مسئلا زير غور آيا، انهن تي بحث مباحثو ٿيو ۽ هڪراهه ٿياسين ته غلام قادر پليجي (هو زرعي ڪاليج جو شاگرد هو) تجويز ڏني ته، سنڌي زبان کي قومي زبان تسليم ڪرائڻ وارو مطالبو به رکجي. اسان ان ڳالهه جي مخالفت ڪئي سين - مون چيو ته، تحريڪ يونيورسٽي مان شروع ڪريون ته ٺيڪ آهي، ٻي صورت ۾ پيا مطالبا هلي ڏيون پين ڪاليجن ۾ ڪجهه ٿي وڃي ۽ پوءِ جڏهين يونيورسٽي آن ۾ شامل ٿئي تڏهن اهو مطالبو رکون. نيٺ پنجن مطالبن جي منظوري ڏني ويئي.

١- داخلا في ڪاليج ۾ يا يونيورسٽي ۾ صرف هڪ دفعو ورتي وڃي.

٢- ايم اي ۾ سنڌي ۽ اردو ۾ جواب ڏيڻ جي اجازت ڏني وڃي.

٣- ٤٥ سيڪڙي تي سيڪنڊ ڊويزن ڏني وڃي.

٤- شاگرد يونينن کي پنهنجو آئين پاڻ ٺاهڻ جو اختيار ڏنو وڃي.

ٻاقي هڪ مطالبو هن وقت ياد اچي ٿو، سگهيو
اٿم - هونئن ته بي شمار مسئلن تي پمفليٽ ڪڍندا
هئاسين. نوان پمفليٽ ڇپائڻ لاءِ پئسا نه هجڻ ڪري
انهن جي قيمت رکي وڪڻندا هئاسين، جيئن اهو سلسلو
اڳتي هلي سگهي. قيمت تمام ٿوري رکي هئي. ڏهه
پئسا يا هڪ آنو وغيره. اهو طريقو ايترو هليو جو
گورنمنٽ ڪاليج ۾ جڏهن هڪ پمفليٽ تي بندش
پئي تڏهن ڇوڪرن اچي ورايو جي ميان هو ته وارو
ڏهين پئسي وارو پمفليٽ ته غيرقانوني ٿي ويو. انهن
مان ته ڪي ٽوڪون ٻه ڪندا هئا ته ”ون يونٽ جو
ايترو سور اٿو ته ڏهه پئسا ڇوٽا وٺو؟“

هڪ دفعي شايد ١٩٦٦ع ۾ يونيورسٽي ۾ ڊبيٽ
تي ڳالهائڻ ويس. اچا اسٽيج تي چڙهيس ته پنڊال
مان ڪنهن نعرو لڳايو: ”شاگردن جا مسئلا آني آني-“
پور ته ٿيس پر ڳالهايم پوءِ به — ڳالهائي هيٺ لٿس
ته شريف ميمڻ چرچو ڪيو: ميان ڊبيٽ تي ڳالهائڻ آيو
هئين يا ون يونٽ خلاف تقرير ڪرڻ-“ هاڻي ته
ڏاڍا ٿي ويا آهيون پر ان وقت هن قسم جي ٽوڪن
يا چرچن تي ڏاڍو ڏک ٿيندو هو. خير سو ڳالهه ٿي
ڪيم ته انهن پنجن مطالبن تي سچل ڪاليج ۾ ڪلاسن
جو بائيڪاٽ ڪرايو سين. يوسف کي ڇيو هوسين پر
هو ڪنهن سبب ڪري نه اچي سگهيو. ٻئي ڏينهن
وري آن تي آتان جلوس ڪڍي مسلم ڪاليج مان

ٿيندا سنڌي ڪاليج وياسين اتي يوسف ٻـ اچي ههتو هن تقرير ڪئي ۽ چيو ته اسين اوهان سان گڏ آهيون. ٽئين يا چوٿين ڏينهن اسان جا ٻ مطالبا تسليم ٿي ويا. هڪ داخلا في هر سال وٺڻ جي ڳالهه ڪرڻ وارو ٻيو ۴۵ سيڪڙي تي سيڪنڊ ڪلاس ڏيڻ وارو. باقي مطالبا تسليم نه ٿيا ۽ اهو گوڙ ختم ٿي ويو. ان سان حيدرآباد جي شاگردن ڪي ٿورو ٿورو پنهنجي طاقت جو اندازو ٿي ويو ۽ ان سان گڏوگڏ هاڻي اندازو ٿي ويو ته شاگردن ۾ ڪجهه بي چيني آهي، جيڪا تحريڪ جو روپ وٺي سگهي ٿي. هن دور ۾ تعليم جو دائرو ٻ ڪجهه وسيع ٿي ويو هو، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ پڙهندڙ شاگردن ۾ ڇگي خاصي حصي ڪي پنهنجو مستقبل غير يقيني نظر اچي رهيو هو. اهو وقت غالباً جنوري جي وچ ڌاري جو هو.

آن ڪان پوءِ يونين جي لمائندن جون ميٽنگون وغيره ٿينديون رهيون. پر ٻي ڪا خاص ذڪر جوڳي ڳالهه نه ٿي.

انهي وچهر دادو ۾ اعجاز قريشي، صلاح الدين پنهور، منوهر لعل، حفي قريشي ۽ ٻين دوستن گڏجي دادو اسٽوڊنٽس فيڊريشن ٻ ٺاهي ورتي ۽ انهن جي چوڻ تي آئون اتي وڃي ٻ ميٽنگون ٻ ڪري آيس. ۽ ڪجهه دوستن سان مليس جي اتي جي دوستن جي همت افزائي ڪرڻ ۽ اسان جي معاملي ڪي داچسپي سان ڏسي

رهيا هئا. انهن سڄڻن ۾ شوڪت سنڌي، سائين تاج
صحرائي، حيات خان ۽ جوڻيجو صاحب شامل هئا.

هالا ۾ ته وڃي ميٽنگون ڪري ايندو هئس، اتي
به همراه ڪافي گرم هئا. تن ڏينهن ۾ اسان ڪارڪنن
جي ڪورس ۾ پڙهائي طور پمفليٽن کي گڏجي پڙهڻ
(Collective Study) انهن تي بحث ڪرڻ کان سواءِ
محترم جي ايم سيد جا بندش پيل ڪتاب ۽ اسٽالن
جو ڪتاب "قوم ۽ قوميت" رکيو هوسين.

فيبروري جو سڄو مهينو بيانن جي ڏي وٺ ۾ گذريو.
ڪمشنر مسرور ۽ سنڌ س چاڙتن جي وٺ وٺان تہ
يونيورسٽي جي تعميرات ۾ پئسا کاڌا ويا آهن ۽
حسن علي عبدالرحمان تعصبي ماڻهو آهي سو ڪيس بدلي
ڪيو وڃي. اسان جي دوستن جا بيان تہ اهو سڀ
ڪجهہ غلط آهي، ان ڪري حسن علي جي بدلي نہ
ٿيڻ گهرجي. حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي طرفان
جوائنٽ پينل يونين عهديدارن جن ۾ خواجہ مهرشاهہ
۽ يوسف شامل هو ۽ ٻين مسعود نوراني مجيب پيرزادو
شامل هئا اهو بيان ڏنو تہ حسن علي کي بدلي نہ
ڪيو وڃي. دوستن مون کي بہ چيو تہ تون بہ صحيح
ڪر، مون چيو: هڪ تہ آءٌ ڪنهن يونين جو
عهديدار نہ آهيان ۽ فيڊريشن جي يونين وارن دوستن
جون صحيحون ڪافي آهن، ٻيو تہ بدلي کان وڌيڪ
نوڪر شاهي جي تعليمي ادارن ۾ مداخلت واري پهلوءَ

تي زور ڏيو ته اُئون صحيح ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.
نه ته به ڳڌ ته آهيان ۽ صحيح ضروري نٿو سمجهان.
ڪجھ ڏينهن کان پوءِ سيني ڪاليجن جي عهديدارن
جي ميٽنگ ٿي. انٽر ڪاليجيٽ باڊي جون چوائڻون
ٿيڻون هيون. ان ۾ به حصا شاگرد عهديدار سنڌي هئا
۽ ٽيون حصو اردو ڳالهائيندڙ هئا. ٻاڻ وارن همراهن
فيصلو ڪيو ته سڀ عهديدار سنڌي ڪٿيا. هوڏانهن اردو
وارن مطالبو ڪيو ته اسان جو گهٽ ۾ گهٽ هڪ
عهديدار ڪٿو پوءِ پل اهو خزانچي، جوائنٽ سيڪريٽري
هجي، سوشل سيڪريٽري هجي، نه ته اسين الڳ مهاجر
انٽر ڪاليجيٽ باڊي ٺاهينداسين. مون پنهنجن دوستن
کي چيو ته ڪو، هڪڙو غير اهم عهدو کٿي ڏيو
ته ته هو الڳ ٿيندا جنهن جي نتيجي ۾ شاگرد اتحاد
ٽٽندو، تحريڪ جا هرو ڀرو گهڻا دشمن پيدا ٿيندا ۽
تحريڪ جو دائرو محدود ٿيندو ۽ انهن کي هرو ڀرو
ٻيلسٽي ، ملندي ۽ يارن نه مڃيو ۽ به الڳ باڊيون ٺهيون.
فيبروري جي آخري هفتي ۾ غالباً ٢٦ يا ٢٧ تاريخ
هئي، خبر آئي ته حسن علي بدلي ٿي ويو. ڏاڍو ناهه
ٿهليو. ٢٨ تاريخ رات جو يونيورسٽي هاسٽل ۾ ميٽنگ
ٿي. مون يوسف سان ڳالهايو ته هن ۾ ون يونٽ ۽
قومي زبان جا مسئلا کٿو ته ٺيڪ آهي، نه ته نڪو
تحريڪ سڄي سنڌ ۾ ڦهلجندي نڪو سڄي سنڌ مان
همدرديون حاصل ڪري سگهندي. يوسف ان کان انڪار

ڪيو، ته آئون احتجاج طور نه رڳو ان ۾ شريڪ ٿي نه سگهيس، پر سڄي ٽيهن تاريخ آئون ماٺ رهيس. مون کي پنهنجي طور ائين پئي لڳو ته، چئن مجيب پيرزادي، مسعود نوراني، يوسف لغاري ۽ مون فيبروري جي ٽئين هفتي ۾ آستان ڪافي هائوس ۾ ويهي چئني هڪ ٻئي مٿان هٿ رکي جيڪو واعدو ڪيو هوسين ته ”ون يونٽ ٽٽڻ تائين گڏ جيئنداسين گڏ مرنداسين“ تنهن ۾ شايد رولو پنجين ويو هو. آخر ٻي تاريخ صبح جو علي اڪبر ابڙو جيڪو فيڊريشن جو نائب صدر هو ۽ هن معاملي ۾ پيش پيش هو، عنايت، مير ٿيٻو، هدايت ۽ مون کيئين کان پاڻ هنگامي ميٽنگ ڪئي ۽ سوچيوسين ته دوستن سان احتجاج جو اهو طريقو غلط آهي سو شريڪ ٿجي ۽ پنهنجو نقطہ نظر رکندو رهجي. آن جي پيش نظر پنهن دوستن کي به، چيوسين ۽ جلوس ۾ گڏ هلياسين جيڪو پنجن بسن تي مشتمل هو. اڳئين بس ۾ يوسف لغاري هو، ٻيءَ ۾ مجيب پيرزادو هو، شايد ٽيئن ۾ نوازعلي پنهو ۽ مسعود نوراني هئا. چوٿين ۾ علي اڪبر ابڙو ۽ آئون هياسين ۽ پنجين بس شڪور دائود پوٽي جي اڳواڻي ۾ هئي. جلوس جڏهن ڪمشنر آفيس ڏانهن هلڻ لاءِ تيار ٿيو ته اسان واري بس ۾ نعرا لڳا: ”ٽوڙينداسين ٽوڙينداسين ون يونٽ کي ٽوڙينداسين“ ۽ ”سنڌي زبان قومي زبان“ ان تي اڳين کان يوسف ۽ مسعود لهي آيا. پار ڏاڍي ڪاوڙ

۾ هئا. اچڻ شرط يوسف چيو : ”ميان ون يونٽ خلاف نعرا لڳا ته تنهنجو مٿو ڦاڙينداسين“ ان تي بروهي لهي آيو ڪاوڙ مان ڳاڙهو ٿي چيائين ”ڪير آهي جو ساڻي تي آڱر ڪڍندو؟ اسان ان جو مٿو ڦاڙينداسين تيستائين شڪور داٺود پوڻو ڪجهه همراهن سان لهي آيو ۽ اچي وچ ۾ پيو. ڀاڻ موصوف پنهنجي عمر، خاص ڪري ڏاڙهي سبب اسان سڀني تي بزرگي هلائيندو هو سو مات ڪري، سڀ وڃي پنهنجي بسن ۾ چڙهياسين.

ڪمشنر آفيس جو چڪر ڏيئي موٽي آياسين. پئي ڏينهن وري ڪمشنر آفيس وياسين ته ڏاڍي پوليس هئي ڊپٽي ڪمشنر سان بروهي جو جهڳڙو ٿي پيو. هن چيو هليا وڃو نه ته گولي هلائينداسين. اتي بروهي علي اڪبر سچرجي ڪٽي ڳچي مان جهليس جي ”ماڪاه...... چلائو گولي“— ڊي-سي پاڻ ڇڏائي ڪسڪي ويو. ايتري ۾ ڪنهن ڇوڪري (الائي ڪنهن جي چوڻ تي) هڪ بس تي چڙهي نعرو هنيو ”صدر ايوب زنده باد“ وري چيائين صدر ايوب پر هيٺان رڳو ڪنهن هڪ جو آواز اڀريو ”زنده باد“ سون وڃي يوسف کي جهليو ته، اهو ڇا آهي؟“ هن چيو الائي پر ڇگو پيو ڪري ايوب خان کي خبر پوندي ته اسين سنڌي شاگرد سندس خلاف نه پر رڳو هڪ مسرور جي خلاف آهيون ته هو هن جي بدلي ته ڪندو ۽ اسان تي ڪو ايڪشن نه

ڳڻندو- مون ڇيومانس پلپل آهين - پر اسين ڏهي نه سگهياسين . بهرحال اتان موٽي آياسين، نعرا ميڻڳون وٽ وٺان رهيو. ٻئي ڏينهن لاءِ اسان جلوس ۾ ڪپڙي جو بوتو ٺاهي ان کي مارڻ جو پروگرام ٺاهيو. طئي ٿيو ته هاسٽل وارا صبح واري جلوس کان پوءِ وري شام واري ۾ ايندا ۾ شهر وارا بوتي سميت سندن انتظار شهر ۾ ڪندا سين ــ

٤- مارچ

ٻئي ڏينهن ٤ مارچ هئي، اسان جا ته اهي منصوبا هئا پر حڪومت جا...... خبر وٽي جون خبرون ته پانڊيٽڙا پيا ڏين آءُ ڪجهه احوال ان جو به ڏيندس.

٤ مارچ تي شام جو وقت اڃي پنجن کان مٿي ٿين لڳو، پر اسان جا هاسٽل وارا ساٿي اڃا اڃا پهتا - اسين اولڊ ڪيمپس ۾ مسرور جو بوتو سائيڪلن جي اسٽينڊ واري وڻ ۾ ٽنگيو بيٺا هئاسون. سڀ نوجوان، ٻي اڪرا ڪل پوڪ ۾ لڳا پيا هئاسين. دير ٿي ته پريشان ٿين جي پدران اڃي پي وندر ۾ لڳا سين. ڪنهن همراه صلاح ڏني تہ انهي مسرور سان دل وندرايو، سو ان سان حرڪتن ڪرڻ جا قاعدا قانون ٺاهياسين . ان ۾ ٽڪ بجو، لڪڻ ۾ پيون حرڪتون ۽ انهن جون فيون - سامهون ايس پي آفيس سان ڪجهه آفيسر قسم جي جانورن شوڪي ٻئي نهاريو ته به اسان لفٽ نه ڏني سين.

اسان کي صورتحال جي سنگينيءَ جو ڪو احساس ڪونه
هو. اسان پئي سمجهيو ته هو ٻوليءَ جي بي عزتيءَ تي
ٻيا پڇن ۾ پچرن. ڪجهه يارن ته انهن جو ٻڇن سان
پئي آڌرڀاءُ ڪيو. ان مهل اسان مان ڪنهن جي
وهم گمان ۾ به ڪونه هو ته ڪو ڄامشوري جي رستي
تي اسانجن سنگتين سان ڪو ويل وهي رهيو هوندو-
"پيٽر آءِ پلياس، نه ته مڪ سمهڻ ڇا لڳي؟!"

ٿوري دير کان پوءِ اسڪوٽر تي هڪڙي همراه
اچي ٽڪاءُ ڪيو، ٻڌايائين ته هيٺين پوليس همراهن
کي رستي تي ورائي ويئي. ڪا خبر ڪانهي ته ڪيترا
شهيد ٿيا، ڪيترن جا مٿا ڦٽا ۽ گرفتارين جو ته ڪو
ڪاٿو ئي ڪونهي، اسين سڀ ٻاهر ٿي اتان نڪتاسين،
سنڌ لا ڪاليج بند ڪرايوسين، اتان سچل ڪاليج،
سو بند ڪرائي، اتان مسلم ڪاليج اهو بند ڪرائي
پوءِ واپس يونيورسٽي ڏانهن موٽڻ لڳاسين. مون رڪو
سچل ڪاليج ۾ تقرير ڪئي. مسلم ڪاليج ۾ رڪو
مسعود نوراني تقرير ڪئي— موٽندي مسلم ڪاليج جي
دروازي تي اپٽل بس کي ڇوڪرن پٿر هنيا ۽ شيشا
ڀڳا. اتان اڳتي ايندي وري ڪجهه همراهن ريڊيو جي
عمارت تي پٿر وسايا، تالجو پوليس اچي هٽائين—
اتان گهمي ڦري اچي يونيورسٽي پهتاسين. پوتو اچا ٽنگيو
پيو هو، اهو وڻ تان لاهي، يونيورسٽي ۾ ايس پي
آفيس جي وچ روڊ تي ان کي باهه ڏني سين. نعرا

هنياسين ڪجهه دوستن ڪاوڙ وچان ان سڙندڙ اوتي
کي لتون به هنيون. اتان واندا ٿي اچي چوڪرين واري
چپر تي ويٺاسين. ميٽنگ ڪئي سين- ۽ ان ۾ ايڪشن ڪاميٽيون
ٺاهيوسين.

۵ تاريخ صبح جو ڪاليج وغيره بند ڪرائي اولڊ
ڪيمپس ۾ ويهي ايڪشن ڪاميٽي جي ميٽنگ ڪئي
سين. جنهن ۾ ٻه مکيه مسئلا هئا، هڪ اهو ته وزيرن
سان ڳالهه ٻولهه جو ۽ ٻيو اهو ته ڪهڙو عمل ڪريون؟
وزيرن سان گفتگو بابت طئي ٿيو ته اها زاهد، منور،
مسعود ۽ ٻيا دوست ڪندا. مون ۽ ڪجهه ٻين دوستن
اسان واري ڪم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ان جا اسان
ٻه حصا ڪيا، هڪ ته.. پمفليٽ ڪڍون. ٻيو اهو ته
پٿين تي نعرا لکون. پمفليٽ لاءِ همراه لکي رات جو
شروع ٿي ويا. انهن ۾ لال قادر، عمر ٻٽي، احمد شاه
بخاري، ستار بارڪزئي، نظاماڻي ۽ ڪجهه ٻيا همراه
شامل هئا. مون يارن کي چيو ته مشين ڪٿي يونيورسٽي
جي پٺين باسي لائبرري جي پرسان ڪٿي ڪريو پر يارن
نه مڃيو. مون چيو هن سائيڪلو اسٽائيل مشين جي
چڪا چڪ ايس بي آفيس ۾ پڌي هوندي ڇاڪاڻ ته
يونين آفيس بلڪل ايس بي آفيس جي ويجهو آهي. ته
ڪنهن يار چيو پلا ڊڄون ٿا ڇا؟ پوليس ٿوريئي يونيورسٽي
جي اندر ايندي. خير مون کي ته وري پٿين تي لکڻ
وارو ڪم هو سو مان اتان نڪري ويس ۽ وڃي مسلم

ڪالج هاسٽل ۾ٽس جتي عبدالحئي پليجو، عبدالرزاق سومرو، عنايت ڪشميري، هدايت، مير ٿيٻو ۽ ڪجهه ٻيا دوست انتظار ڪري رهيا هئا. اتي رنگ ڳاري ڇهه سٽ ڏالڊا وارا دٻا پرياسين ڪجهه برش ڪنياسين ۽ ڪجهه يارن ڪپڙن جا ٽڪر ڪنيا، ته انهيءَ سان لکنداسين ۽ اسان ٻن ٻن جا گروپ ٺاهيا، ٻيا ته سڀ خير سان موٽي آياسين. رڳو هدايت ۽ عنايت نه موٽيا. انهن جي حصي ۾ تلڪ چاڙهي وارو حصو آيو هو. همراهن لکيو ٿي ته پوليس اچي ۾ٽي، سو وارن سان جهلي کهلي مار ڏيئي گاڏي ۾ کڻي وڃي مارڪيٽ ٿاڻي جي لاڪپ ۾ چڏيو، اتي همراهه ٻه داخلا ڏکيا ٻيا هئا تان جو هفتو کن پوءِ حفيظ قريشي صاحب اوچتو اتي ويو تنهن وڃي ڇڏاين. اسان لکڻ لاءِ ڪل چار نعرا طئي ڪيا هئاسين. (١) ون يونٽ ٽوڙيو- (٢) سنڌي زبان قومي زبان- (٣) حسن علي ڪي واپس آئيو- (٤) مسرور ڪتو هاءِ هاءِ (ڪتن کان معذرت سان.

خير سو ٻئي ڏينهن صبح جو آءٌ مسلم هاسٽل مان نڪري يونيورسٽي اولڊ ڪيمپس ويس ته ڏسان پمفليٽ جو ڇا حال آهي. اتي ته ڪاري وارا ڪک هئا، رڳو رينجرز جا سپاهي بيٺا هئا. اتان موٽي پاسي ۾ شهباز هوٽل ۾ اچي نيرن ڪرڻ ويٺس جو هاسٽل ۾ دير سان سمهڻ ڪري دير سان اٿيو هوس تہ ٻنا چانهه پاڻي

يونيورسٽيءَ پهتو هوس. ٽيرن ڪري لاٿم ۽ چانهه پيتي
پيتم ته پنج ڇهه پوليس وارا، هڪ صوبيدار ۽ هڪ
سي آءِ ڊي وارو پاسي واري ٽيبل تي اچي ويٺا. ڪجهه
چرڪيس ته سهي پر آرام سان چانهه پيئندو رهيس.
چانهه پي ورتم ته همراهه اٿي آيا، جي هل ايس پي
صاحب پيو سڏي ڪو ڪم آهي. اهو نه آءٌ سمجهي
ويس ته ايس پي کي ڪا ڳالهه پڇڻي ته ڪرڻي ڪانهي
سو پڪ ٿي پڪ پڌاندا. سو چيو مان ته هوٽل جو بل
ڏيو ته هلان- صوبيدار چيو تو ٽيرن ڪٽي آهي ترن
ڏي، مون چيومانس پوءِ آءٌ ويٺو آهيان اٿندس ته پنهنجي
مرضي سان. آخر ڪجهه ريڙهه پيڙهه کان پوءِ صوبيدار
بل ڏنو جو ڪل ١٤ آنا هو. اتان نڪري ايس پي
آفيس ۾ وٺي ويا ۽ ڊي آءِ جي انسپيڪٽر جي
ڪمري ۾ وهاريائون جيڪو مسجد سان لڳو لڳ آهي.
اتي ڏاڍو پوڪ ٿيو. ڏسان ته مون کان اڳ اتي هڪ
شاگرد قسم جو همراهه ويٺو آهي. چيائين "ادا اوهين
۾ اچي ويا؟" ته سچائي جي ڪري مون کي مٿس ڏاڍي
ٻاجهه لڳي. مون سمجهيو هي به ڪو سرڪار جو ماڻهو آهي
جو شاگردن ۾ ڪم نوڪري، سو منهن ۾ ڪنهن وجهي
چيومانس "نوڪري چاهي؟" ويچارو ماٺ ٿي ويو. وري
گولڊ ليف جو پاڪيٽ ڪڍي سگريٽ آڇ لاءِ مون
ڏي وڌايائين "ادا سگريٽ پيو" مون وري ڪاوڙ
مان ڏانهنس نهاريو، ۽ چيم "نه ادا ڪانهي ضرورت"

همراه وري ۽ ماڻ. ڪجهه دير ڪان پوءِ ڊي ايس پي
آيو. ان اچي مون ڪان پورو پتو لڪايو ته ڪنهن جو
پٽ آهين؟ ڇا پيو پڙهين وغيره. ان ڪان پوءِ وري
ان همراهه ڏانهن متوجه ٿي چيائينس "ها مسٽر يوسف
ٽالپر تنهنجي پي جو نالو ڇا هي ؟ ساڳي مون واري
ڪاغذ ۽ لکڻ لاءِ قلم ڪنيائين. مون ڪان چرڪ نڪري
ويو. "اڙي تون ۽ شاگرد آهين ۽ پڙهي آيو آهين؟!!"
هائو ادا تون ته ماڻهن وٺڻ پيو وڃي. آئون پنهنجي
ڀرين روش تي ڏاڍو شرمندو ٿيس ۽ چيومانس "يار
معاف ڪجان مون سمجهيو تون هنن جو ماڻهو آهين
هاڻي سگريٽ ڪڍ ته پيئي ڏسا پيون" يوسف (ٽالپر)
سگريٽ ڪڍيو، ۽ پئي سگريٽ پيئڻ لڳاسين. هاڻي
ٻيريون دفعو گرفتاري جي باوجود ٻوريت گهڻجي ويئي.
منهنجي ڪيسي ۾ سائيڪلو اسٽائيل واري پمفليٽ جي
رف ڪاپي پيئي هئي هاڻي ان کي ڪيئن لڪال
ڪجي سو آئون سري انسپيڪٽر جي سامهون واري
ٽيبل تي ڪرسي ويجهي ڪري ويٺس آهستي آهستي
ڪيسي مان پمفليٽ ڪڍي ننڍا ننڍا ٽڪر ڪندو ويس،
هيٺ ردي واري ٽوڪري ۾ وجهندو ويس. ٿاڙي لاءِ
ته وري خيال آيو ته اڇا ۽ اهو هنن کي هٿ لڳي
سگهي ٿو سو يوسف ڪان سگريٽ گهريم، هن سگريٽ
ڏيئي تيلي اڳتي وڌائي ته اها هٿ ۾ وٺي سگريٽ
دکائي پرندڙ تيلي ڪڻي ان ٽوڪري ۾ وڌم، منهن پن

۾ ان کي ٻاهر لکي ويٺي ڪرسي پوئتي ڪري ٻاهر،
وسائڻ جي ناڪام نهاد ڪوشش ڪيم تانجو ڪاغذ سڙي
رک ٿي ويا. يوسف مشڪل سان ڪل روڪي سگهيو.
ڪاغذ جي سڙڻ کان پوءِ مون کي به، هن ننڍڙي
ڪاميابيءَ تي ڏاڍي خوشي ٿي سو آئون ۽ يوسف ڏاڍو
کلياسين. ٿوريءَ دير ۾ سنتري ميهن ۾ آيو. ٻاڪ آندو
ويو. آخر ويهاري ويهاري منجهند جو ٻپهرن اڍائين ڌاري
ماني ڪارائي اسان کي هڪ گاڏي ۾ سينٽرل جيل ڪٺي
ويا. گاڏي دروازي وٽ بيهاري اندر ويٺل انسپيڪٽر
لهي ويو. واپسي ۾ يوسف لغاري به، ساڻس گڏ هو.
يڪدم رڙ ڪيائين اڙي توهين به، ۽ هچي ويا يوسف
کي ڏسي اسان کان ٽهڪ نڪري ويو. "مشڪرا
ٽوڪي اڪيلو ٽيپ ۾ ڪيئن ڇڏيو. اسين ٻه گڏ هونداسين.
مون چيس، ته ڪاي ڏنائين "مشڪرا نه توهين آهيو،
آئون سون سان گڏ هوس هاڻ رکو چار آهيون. الائي
ڪهڙي ڏچي ۾ وجهندا!!!" بهرحال اتان ڪٺي وڃي
نارا جيل ۾ الڳ الڳ ڪمرن ۾ رکيائون
جي لاڳيتا هئا. جتي چار چار ڪمبل به مليا.
ڪجهه دير کان پوءِ هڪڙو بزرگ چانهه جي ڪيٽلي
۽ چار ڪوپ کڻي آيو ۽ شيخن سان ڪوپ
لنگهائي چانهه پياريائين. جيل ۾ سو به پهرين ڏينهن
ڪو اُرب سان ڳالهائي ۽ اچي چانهه پياري اها ڳالهه،
اسان جي توقع کان ٻاهر هئي. همراه ٿلهو متارو هئو

جي باوجود اسان کي عمرخيام جي تصوراتي ساقي کان
وڏيڪ من موهيندڙ لڳو. ناول پاڻيهي تاريخ ٻڌائيندي.
ٻئي ڏينهن صبح جو وري گڏجي ويٺاسين جو ڪوئڙين
جا در کليا هئا. خبرون چارون ڪيوسين ته يوسف
لغاري ٻڌايو ته ٣ تاريخ ليوڪيمپس کان ايندي چامشوري
واري ڦاٽڪ کان ٿورو اورتي هڪ ڪار سامهون آئي،
جنهن کي هڪ مائي هلائي رهي هئي. هيڪر ته،
ڪار لنگهي ويئي، وري موٽ کائي اسان جي پٺيان
لڳي سو پُل کان ڪجهه اورتي اسان کي ڪراس
ڪري اڳيان اچي بيهي رهي. همراهن بس جهليون
ته هو ڪار مان لهي بس وٽ آئي ۽ چيائين بابا
موٽي وڃو. اڳيان هزارين پوليس وارا بندوقون ۽ لٺيون
کڻي بيٺا آهن. همراهن ضد ٻڌو، پر مائي صفا پڙ
ڪڍي بيهي رهي. چيائين ٺيڪ آهي پوءِ مان گاڏي
نه هلائيندس مون کي ۽ منهنجي گاڏي کي چڙهي پوءِ
لنگهي سگهندو. پٽ اٿون توهان کي واڳن جي وات
۾ وڃڻ جي موڪل ڪيئن ٿي ڏيئي سگهان. آخر يارن
مائي کي چيو ته مچئو ته آهي پوءِ ڇا ڪريون؟ مائي
وراڻيو ته ضروري جلسو وغيره آهي ته ڪوٽڙي واري
پل کان وڃو. شايد اتي هي ڀِتا پوليس وارا نه هجن.
هن ماسي ته لنگهندي مون باڻ هنن جا شوڪيل پوائنتا
چهرا ڏٺا آهن. نيٺ شاگردن چيو ته چڱو توهين گاڏي
هٽايو ته اسين بس موڙي ڪوٽڙي واري ماسي کان

ٿا وڃون، مائي ڪاڏي هلائي ته ٻسون وري ساڳي زنانو
سان ساڳئي رستي تي روانيون ٿي ويون. پوءِ ٻڌوسين
ته ايل ايم سي جون گاڏيون ٻه هن ئي واپس ڪرايون
جي پونتان هيون. مائي سنڌياڻي ڪانه، هئي پر مامتا
جو جذبو بين الاقوامي آهي. هن ويچاري وس ڪيا پر
"چنين سوري سڏ ٿيو، مولا تنين مهڻو"

خير سو اڄين ويٺا هئاسين ته هڪڙو همراه مائيون
۽ هڪڙي ڪرمنڊل ۾ ڪا شيءِ کڻي آيو. منور
ڀرين ڪرمنڊل ڏانهن ڏٺو جو ڊالڊا واري دٻي جو
ٿلهو هو. پوءِ "شيءِ" کي گهوري ڏٺائين ۽ همراه
کان سوال ڪيائين "اهو ڇا آهي؟" همراه کلي چيو
"سائين هتي هن کي دال چوندا آهيون." "دال!
اها دال آهي!!" منور ذري گهٽ رڙ ڪندي چيو
"ڪو دانو به آهيس يا ڪچو ٻاڻي؟ هٿونس ٿي.
آزمائش شرط آهي" همراه ورائيو "سائين ٿري ۾ ٻه ٿي
ڇٽايا هوندس. اسين ڪافي ڏينهن کلندا رهياسين اهاشي جي ڪا دال
ته واقعي نه هئي تنهن سان مائي ڪاڏي سين." آس
اڄ لڳي ته وڃي هڪڙي ڪوٺڙي ۾ ويٺاسين. اڃا
ڪل پوک لڳي ٿئي هئي ته هڪڙي سپاهي سان
نواز پنهنجو اندر گهڙيو. "ڪيئن ملاقات لاءِ آئين" سپاهي
کان ساڳئي وقت رڙ نڪري ويئي. "هائو پيو ته ته
ڇا!" نواز جنهن لاهي اسان واري ڪمبل تي ويهي
رهيو ۽ سپاهي موٽي ويو. اسان کي تڏهن خبر
ڪونه هئي ته ملاقات پڻ جيڪي ٿي يا آفيس ۾ ٿيندي

آهي سو اعتبار ڪري وياسين. اچا خبرون چارون ٿي
ڪيون سين ته هڪڙو ڳاڙهي ٽوپي وارو همراه (مقدم
يا نمبردار — پراڻو قيدي) چار ڪمبل کڻي آيو ۽
چيائين هي نئين صاحب جا آهن. اسان نواز ڏانهن
ڏٺو ته هو اچي ڪل ۾ چڙڪيو. يوسف پڇيس! "اڙي
تون ڇڏجي آيو آهين ڇا؟" نواز وراڻيو "مشڪرا وري
اوهين مون کان ڪٽي ٿا لڪي سگهو سو اچي گڏ
ٿيو آهيان پيو ڇا!" هاڻي اسان جي ڪل جو وارو هو.
سچو ڏينهن ڏاڍي مزي وارو گذريو. نواز جي اچڻ
سان ماحول ئي ڦرالو ٿي ويو. هو پنهنجي فرضي عشقن،
محبوبائن جي پيرن جي هوجي منهه، ڪٽ ڏاڙهين ۽
ڊرل ماسترن جا اهي ٽوٽڪا ٻڌائيندو هو جو اسان کي
کلي کلي پيٽ ۾ سور پوندو هو ته منٿون ڪري
هن کي ماٺ ڪرائيندا هئاسين. جلوسن ۾ نعرن جي
وٽ وٺان ۽ هتي سگريٽن جي دٻ دپان (آئون ان
کان اڳي باقاعده سگريٽ نه پيئندو هوس) هٿي منهنجو
گلو وهاري ڇڏيو. پر پرواه نه ڪئي سين. ڇوٿين ڏينهن
آنان ٻاهر ڪڍيائون. نارا جيل جي آفيس مان نڪتاسين
ته هڪ گاڏي ۾ ويهاريائون. ان ۾ الاهي سارا پوليس
وارا ۽ سي آءِ ڊي وارا موجود هئا. اسان جي اڳيان
ڊي آءِ جي، جي ڪار ۽ پٺيان پوليس سان ڀريل ٽرڪ.
مون نواز کي چيو "ڪيڏن ٿو ڀانئين وزيرن جي ڀيٽ
اهڙي لئه ڪانه هوندي." اسين ته کلياسين پر

سپاهي به ڪلڪ لڳا. ان تي نواز چيو ”بابا اها ٽيپ آهي! ٽيپ!“ هن وچين ”ي“ کي اينگهائيندي چيو. اسان وٽ ٽيپ ڪل جو ڪوڊ ورڊ (Code Word) هو. سوڪاهه جي ڪا حد ئي نه رهي. اخبارن جون پرائيون خبرون دهرائيندا هئاسين ”فلاڻو ميڻهن جي چوري ۾ ٽيپ ڪائي ويو“— ڪڏهن نوازعلي چوندو هو ته ”يوسف ٽالپر چام ساقي ۽ آئون ته ميڻهن جي چوري ڪرڻ جهڙا آهيون (اسين ٽيئي جسم جا ڪجهه ڀريل هئاسون) پر منور ميمڻ ۽ يوسف لغاري ته ٻڪري ٻلڪ ڪڪڙ به مس چورائي سگهندا— آن تي يوسف مصنوعي ڪاوڙ مان چوندو هو ”بدمعاش آئون پروچ آهيان، ماڻهو ٻڪنيو وڃون، توکي ڪول ڪاهي آيس.“

اسين سينٽرل جيل تي پهتاسين ته داخلا ڪري هڪڙي وارڊ ۾ رکيائون جنهن کي ڪورائين چيو وڃي ٿو. اتي به اسان کي الڳ الڳ ڪوٺڙيون مليون پر لڳو لڳ هيون. سپرنٽينڊنٽ اسان کي رات جو به ڪليل رهڻ جي اجازت ڏني ۽ ٻاهر سمهڻ لڳاسين ڪچو سيڊو به ملڻ لڳو، جنهن کي هڪ قيدي پچائيندو هو جو اسان جي خدمت لاءِ مقرر ڪيو ويو هو. جيل ۾ اهڙين خدمت لاءِ مليل قيدي کي ”برداشتي“ چوندا آهن. ڏتي سگريٽن جي وري به وٽ وڏن هٿي سو ڏينهن جو ته گلو صفا بند ٿي ويو. رات جو مون کي بخار اچي ويو، يار ويچارا ڏاڍا اچي پريشان ٿيا. ليٽ

نعرا لڳائڻ شروع ڪيائون يوسف ٽالپر رڙ ڪري چيو ”ڊاڪٽر“ تہ باقي ٽيٽي چون وانٽيڊ (گھرجي) آخر ڪجھہ دير کان ڊاڪٽر آيو هن گلسرين ۽ ڏني ۽ انجيڪشن ۽ لڳائي ٻئي ڏينهن وري اسٽريپٽو مائيسن جي انجيڪشن لڳائي ڪا پيٽ جي دوا ۽ سلفاڊائيزن جون گوريون ڏنيون ۽ مانيءَ کان منع ڪري ڇانور ۽ ڏونرو لغاري مون ڏي آيو ۽ چيائين ”ڇام تون ڪر خبر“ مون چيو آئون تصور ٿي تصور ۾ پنهنجي ذهن کي جسم کان الڳ پيو ڪريان تہ جيئن پوءِ ٽارچر جو ڪاڻ لاءِ چيائين. جو جيل واري اسپتال مان اچڻ لڳو. آئون تہ ٻن ڏينهن ۾ ليڪ ٿي ويس تہ ڏونرو ۽ ڇانور لغاري ۽ ٽالپر ڪاڻ لڳا. پوءِ وڃي آئون، نواز يا منور هنن پنهي يارن کي ڊيچاريندا هئاسين تہ اسين ٽا ڊاڪٽر کي پڏايون. هڪ ڏينهن ڊاڪٽر آيو. آئون انيس ٻئي تہ يوسف ٽالپر ڊوڙي اچي ڀاڪر وڌو جي مائين هي ڪمزور ٿي ويو آهي سو ڪري نہ پوي. منور کل روڪي نہ سگھيو سو ٻاهر لڪري ويو. ڊاڪٽر وري دوائون وغيره ڏيڻ نڪري ويو. ٽن چئن ڏينهن کان پوءِ وڃي ڊاڪٽر مان جند ڇٽي. هڪ ڏينهن يوسف ٽالپر ٻاهران ٿي آيو تہ اچي يوسف لغاري کي سڏيائين ٻئي ٻاهر ويا ڪجھہ سس پس ڪري موٽي آيا چيائون تہ ”هڪڙو جيلر آيو هو ان پڏايو تہ معافي ناما نہ لکندو تہ پوليس ٽارچر جون تياريون ڪري رهي

آهي جنهن ۾ ارڙ تي سمهارڻ، اکڻ ساڻ مارڻ، مرچ
وجهڻ بجلي جا شاڪ هڻڻ ۽ چم چيري ان ۾ لوڻ
وجهڻ جهڙيون سزائون شامل آهن. منور چيو ”هو استاد
لکڻو هوندو“ نواز وراڻيو ”ڏسبو ته ڪيترو ٿا برداشت
ڪري سگهون اهو ته مجبوري آهي. آئون هنڌ تي
خاموش ليٽيو پيو هوس ۽ چت ڏانهن پئي ڏٺم. يوسف
لغاري مون ڏي آيو ۽ چيائين ”چاچا تون ڪر خبر“
مون چيو آئون تصور ئي تصور ۾ پنهنجي ذهن کي
جسم کان الڳ پيو ڪريان ته جيئن هو ٽارچر جو
احساس ئي نه ڪن. ۽ هو ذهن کي الڳ ڪري ڏٺين
ماڻهو وانگر تماشو ڏسندس. مري وڃبو پر معافي نامو
نه لکبو. هو هو پڻ اهي ڪل ۾ چڱيا چيائون ته
اها اسان جي تازي ايجاد آهي پيو خير آهي. مون
کي ڪتابن جي ڏاڍي تاڙ هوندي هئي. سپرنٽينڊنٽ
کي چيم، ڊاڪٽر کي چيم، مطلب ته هر ملندڙ آفيسر
کي چيم بابا اسان کي ڪتاب آڻي ڏيو. هڪ ڏينهن
يوسف ٽالپر چيو يار مون کي فلاڻي جيلر ٻڌايو آهي
ته هتي بروچ ليڊر حيدرآباد جيل ۾ هئا تڏهن هو
وارڊ هئا. نڪرڻ وقت ڪتاب ڪٺي ڪونه ويا آهي
هن ئي جي هيٺان ڪاٺ جي ڪوڪي ۾ دفن آهن.
همراه ڪاله ٻه سنجيدگي سان ڪري ويو. آئون انيس
۽ ڪالي ڪٺي وڃي ڪوٺي لڳس. اچا پر ٽي منٽ
ڪوٺيم ته هيٺيان پارن ٻا ٿهڪ پڌم هو سمجهيم ته

چرچو هو. اهو انهن ڏينهن جو اهترين چرچو هو.
پر مون کي جو پڪڙي نيو سو ڏاڍي ڪاوڙ آيم ۽
وارڊ جي ٻاهران هودي تي ويهي پيائي ۽ اياز جا بيت
جهونگارڻ لڳس تان جو همراه اچي ٺهائي وٺي ويا.
مطلب ته وقت ائين سٺو پئي گذريو. وچ ۾ اسان کان
پڇا ڳاڇا به پئي ڪيائون. ان لاءِ صبح جو جيل جي
آفيس ۾ ڊي ايس پي ڪرم الاهي لاهور سان آيل
ڊي ايس پي دائود ۽ هڪ ٻيون همراه هوندا هئا ۽
اسان سان روز هڪ ڇٽي کي گهرائيندا هئا. پر ائين
ڪرڻ سان هو ڪو ڪڙ تيل نه ڪڍي سگهيا. آخر
پندرهن ڏينهن کان پوءِ نئون وائيس چانسيلر صالح
قريشي جيل جي آفيس ۾ آيو. اسان کي آتي گهرايائين.
ڪجهه دير ڳالهه ٻولهه ڪري چيائين بابا هڪڙو معاهدو
آهي جيڪڏهن ڪري سگهو ته اوهان جو فائدو آهي
يوسف پڇيس ڪهڙو؟ هن چيو اوهين جيڪڏهن اهو
واعدو ڪريو ته ٻاهر نڪري ڪلاس اٽينڊ ڪندو ته
اوهان کي به ڇڏيون هفتي کن اندر پمفليٽ وارا
همراه به ڇڏيون مون گورنر صاحب سان ڳالهايو آهي
باقي اوهان جي مرضي. يوسف ٽالپر چيو ادا ٺيڪ ته
آهي وائيس چانسيلر چيو ته چڱو لکي ڏيو. لواڙ پڇيس
توهان به لکي ڏيندو. هن چيو بابا آئون توهان جو
استاد آهيان، مائٽ آهيان، منهنجي زبان تي اعتبار
ڪريو. آن تي اسين ٻاهر نڪتاسين. چاڙهين تان لهندي

يوسف چيو يار پاڻ ته سڀني ۾ آهيون هو پمفليٽ وارا يار پڻهوالي غلام قادر سميت مار پيا کائين. ڪٿي لڪون، نه ٿيو ڪم ته ڦري وينداسين. مون شڪ ظاهر ڪندي چيو يوسف اهو معافي نامو تہ نه ٿيندو. يوسف چيو معافي نامي ۾ ته لکيو آهي مون کي معاف ڪيو وڃي آئينده ائين نه ڪندس ۽ اهو ته موچڙا هڻي لکائيو آهي (انهن ڏينهن ۾ اسان جي معلومات به اها هئي) وري وٽ ڪاٺي اندر آياسين. وي سي چيو "سوچي ورتو بٽ" يوسف اسان سڀني جي ترجماني ڪندي چيو "ها." اسان سڀين کاڻ هن لکايو ۽ اسان لکيو ته "اسين ڪلاس اٽينڊ ڪنداسين ۽ قانون جي ڀڃڪڙي نه ڪنداسين." اسان وري اعتراض ورتو ته قانون جي ڀڃڪڙي جو چيو لکون اسان ته ڪئي ناهي. قريشي صاحب ليڪچر ڏيڻ جي انداز ۾ سمجهائڻ لڳو ته ڳالهه اها آهي ته هرڪنهن شهري جو اهو فرض هوندو آهي تہ قانون نہ ٽوڙي پوءِ هن ۾ آهي به ڇا؟" خير اسان لکيوسين. هن اسان تي ڏاڍي رعب رکيو تہ اهو منهنجو احسان آهي جو آئون اوهان جو ضامن ٿو ٿيان ۽ مون ڏي پيا لکو. وري آئون جو سول ڪاليج جو شاگرد هوس تہ پرنسپال کي فون ڪيائين ته ضامن ٿيندين جنهن انڪار ڪيو. انهيءَ تي قريشي صاحب ٿي "ضامن" ٿيو. مطلب ته هن اهڙو ڊرامو ڪيو جو اسان کي يقين ٿي ويو تہ اسين هي معاهدو پيا ڪيون. خير موٽي

آيا سين. شام ٿي ته اسان کي اتان ڪڍيائون. جيل جي دروازي تي ڊپٽي ڪمشنر جي جيپ ۽ وي سي جي ڪار آيل هيون تن ڪٺي اچي شهاب سينما تي ڇڏيو. جتي مغور جو والد به آيو، مرحوم محمد سومرو به آيو، هن کي سرپرستي ڳالهه ڪري ڏني سين. ته چيائين: ”بابا سڌر ڪيو، ور سياست ۾ هن کي معافي نامو ڇپيو آهي. اسين ڏاڍو بور ٿياسين. (ان کان پوءِ جي تاريخ اهو به ڏيکاريو ته حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن يا سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان تعلق رکندڙ ڪنهن به شاگرد معافي نامو نه لکيو ۽ ٻين سڀني شاگرد جماعتن سان تعلق رکندڙ تقريباً سڀني همراهن ڪجهه ڪمزوري ۽ ڪجهه، ”حڪومت کي چڙايو بنائي“ جي نالي ۾ ڏاڍا معافي ناما لکيا) اتان هيٺ لٿاسين ته يوسف چيو خبردار ڪنهن به هن جو ذڪر ڪيو ته باقي سڀ ان جا جاني دشمن آهيون. جو شاگردن جو Morale ڪري پوندو. اڄ آئون هي ان ڪري پيو لکان جو هاڻي تحريڪ ان موڙ تي آهي جو ڪيترا همراهه وڪيا به آهن، ويٺا به آهن، ٽڪا به آهن ۽ عام شاگرد جو حوصلو جوان آهي، ان ڪري ڪوبه فرق نه پوندو.

ٻئي ٽئين ڏينهن يوسف لغاري ۽ ٽالپر لاهور وڃي موٽي آيا ته ٻنهي همراهن، نواز ۽ منور جو گڏيل بيان ڇپيو ته اسان جو ايوب حڪومت ۾ مڪمل اعتماد آهي. مون کي ڏاڍي باهه آئي، يوسف سان ڳالهايم

جيئن چيو ته، حڪومت کي چوڻيو بنائي همراهه ڻا ڪڍايون. سون چيومانس يوسف اهو عمل هن رخ تي جاري رهيو ته پاڻ بيوقوف بنجي وينداسين. اسان کي آزاد ٿئي هفتو ڪن ٿي ويو، همراهه آزاد نه ٿيا ته، سون ظهور انصاري سان سچي حقيقت ڪئي جو ڪيس بيان لکي ڏنو ته، "مفتي ڪان مٿي ڏينهن ٿي ويا آهن، اسان جا همراهه اڃا آزاد نه ٿياه ان ڪري اسان جو وائيس چانسيلر سان ڪو به معاهدو، واعدو يا شرط ڪونهي" اهو بيان بين اخبارن ۾ ته نه ڇپجي سگهيو پر "خادم وطن" ۾ آيو جو اتي ظهور انصاري جو قاضي خادم ڪم ڪندا هئا.

## جدوجهد جو قدل گهاڙيٽو

منهنجي ۽ يوسف وارن جي بيانن ۾ فرق هجڻ ڪري، هاڻي اسان جا اختلاف کلي ميدان تي اچي ويا. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ يوسف ۽ رحيم سهتي، مسعود نوراني ۽ ڪجهه ٻين همراهن ڌڪڙو ڪم شروع ڪيو جو ڪنهن مهاجر ڇوڪري کي چماٽ هڻي چوندا هئا (هي سنڌ جو "This is the voice of Sind" آواز آهي) پوءِ وري چماٽ هڻي چوندا هئا جيئي سنڌ. چيو وڃي ٿو ته اها صلاح ڪين رسول بخش پليجي ڏني هئي. سون کي هن ڳالهه سان سخت اختلاف هو جو سمجهيم ته اها تحريڪ جي شروعات آهي. مفت ۾ ايترا دشمن چو پيدا ڪجن. سو يوسف جي خلاف بي اعتمادي

جو ووٽ بحال ڪرڻ لاءِ فيڊريشن جي ميٽنگ گهرائي ويئي. يوسف صورتحال کي سمجهي اڳ ئي استعيفا ڏيئي ويو. اسان جا ٻه الزام هئا ـــ هڪڙو ايوب جي حمايت وارو بيان، ٻيو چماٽن وارو طريقو (جنهن جي نتيجي ۾ مهاجر ڇوڪرن گڏجي يوسف کي مار ڪئي.)

هڪ تمام اهم ڳالهه، جا وچ ۾ رهجي ويئي سا اها هئي ته، اسان جڏهن جيل ۾ هئاسين، اخبارون ماٺ هيون، وڏا وڏا نام نهاد اڳواڻ ماٺ هئا. اسيمبلي جي ميمبرن ڪشمير جي حمايت ۾ بيان ڏنو تڏهن ورڪرز فيڊريشن جي مزدورن حيدرآباد ۾ اسان جي آزادي لاءِ مظاهرو ڪيو. انهن ۾ ڪل ٻه شاگرد هئا: هڪ مير ٿيبو ٻيو غلام قادر پليجو. ڪل ٦٦ شاگرد گرفتار ٿيا. جن کي هڪ هڪ ڏينهن سزا آئي جو هنن ١٤٤ قلم ٽوڙي مظاهرو ڪيو هو. اها ڳالهه، چوٿين مارچ جي ڏينهن چاڻي پڇهي پرست ۾ ڇنڇا ڪائي ويندا رهيا آهن. ان ڪان اڳ ئي، حيدرآباد جي رستن تي اهي مزدور ئي هئا جن ون يونٽ جي خلاف نعرا هڻندا هئا، شاگرد ته، هاڻ اٿيا هئا ۽ انهن ۾ ون يونٽ جي خلاف نعري تي ان وقت ٻه اختلاف موجود هو ـــ

ٽورن ٿي ڏينهن کان پوءِ پٽائي جو ميلو ٿيڻو هو. اسان ان تي ساٿين کي پيغام ڏيڻ چاهيو. يوسف وارا هن تي راضي نه هئا. پوءِ ٻه علي اڪبر بروهي آئون، هدايت ۽ ٻه ٽي ٻيا همراهه ڊالڊا جي دٻن جا

هڙرادو لائوڊ ٺهرائي (جيڪي عام طرح چڱا وڪڻڻ وارا
ڪٺي هلندا آهن.) ڪٺي ميلي تي وياسين. ۽ مختلف
جڳهين تي ڀڙايوسين ته ون يونٽ پنجاب جي غلامي
آهي. توهان جي ڇڇن شاگردن سان ويل ٻيا وهن.
توهان اهي خبرون پنهنجن ڳوٺن ۾ به ڪيو. اتي ئي
خبر پئي ته پارن جي ڀاري جو صدر آفتاب چڱا سنڌي
پارن ڪي ئي صدارتي انعام ڏيارڻ جي عرضداشت ڪٺي
ڊوڙ پائي وڃي گورنر موسيٰ کي ڏنو ان کي (ٽي چار
ڪلاڪ حراست ۾ رکيو ويو هو پوءِ ڇڏي ڏنائونس)
گرفتار ڪيو ويو آهي وري ٻاهر ٽي اسن جي اڏي تي
اچي انهن لائوڊن سان هاءِ مچائيسين. رات ٿيڃي وئي
ته ڪو شاهينگ منهنجي کيسي مان ١٦ روپيا ڪڍي
ويو. اسين ماني ۾ اڙجي وياسين ۽ پوءِ ٻڌل اسڪول
جي ٿنين پاسي واري لنگر ۾ ماني ڪاڌي سين. هڪ
سرڪاري ملازم دوست مليو. اڌ پاڙو ڏنو ۽ رات جو
پنهنجي امتال ۾ سمهارياڻين پئي ڏينهن صبح جو موٽي
حيدرآباد آياسين. اچا يونيورسٽي ڪشمين ۾ مس پهتاسين
ته ڏسون ته همراهه ويٺا آهن. مسعود نوراني ۽ يوسف
اسان تي ٽوڪون پيا ڪن ۽ چون پيا ته نيڙڙي آفتاب
کي اوهان موڪلي ڦاسايو. ڀڙايم ته پاڻ ويو آهي پر
اسان موڪليونس ها ته فخر جي ڳالهه هئي. ڪجهه
ڏينهن کان پوءِ وائيس چانسيلر جي چوڻ تي نياز اسٽيڊيم
۾ ڪرڪيٽ ميچ کيڏي وئي هڪ ٽيم جو نالو هو

وائيس چانسيلر اليون جنهن جو ڪئپٽين يوسف هو ٻي
افغان اليون جنهن جو ڪئپٽين مسعود نوراني هو. ان
مئچ ۾ اسين فيڊريشن (H.S.F) وارا شريڪ ته نه
هئاسين، ان ڪري پنڊال ۾ هئاسين اتي اسان کي خبر
پيئي ته اڄ ايوب خان جي گورنر موسيٰ زنده باد جا نعرا
هنيا ويندا ته جيئن حڪومت خوش ٿي ڀمفليٽ وارا
همراه ڇڏي. ڪجهه دير کان پوءِ جڏهن واقعي نعرا
لڳڻ شروع ٿيا ته اسان انان واڪ آئوٽ ڪيو. جو
مخالفت ۾ نعرا ٿا هڻون ته مٿان اهو جواز ڏين ته
هنن چوڪرن جي آزادي ۾ رڪاوٽ وڌي آهي. بهرحال
اهڙيءَ طرح ڪم ڪرڻ کان لنوائين بهرحال آهو مرحلو اچي
پهتو هو جو هاڻي اسين تنظيمي طرح گڏجي ڪم ڪري
نٿي سگهياسين ان وچ ۾ جيڪب آباد ۾ جيڪب آباد
اسٽوڊنٽس فيڊريشن اُهي ٺهي وئي هئي جنهن ۾ اشفاق
صديقي، نانڪ، چولي ۽ ٻيا دوست ڪم ڪري رهيا
هئا.

هتي ان ڳالهه جو ذڪر بي محل نه
ٿيندو، ته جيل مان نڪرڻ کان فوراً پوءِ فيڊريشن
(H.S.F) هڪ ڀمفليٽ ڪڍيو جنهن ۾ جيل هو ته
اها لڙائي هڪ فرد جي واپسي لاءِ نه هئي پر ون
يونٽ خلاف قومي زبان لاءِ ۽ نوڪرشاهي جي تعليمي
ادارن ۾ مداخلت خلاف لڙائي هئي ۽ سالن کان ذاتي
خلاف پيدا ٿيندڙ نفرت جو اظهار انهي انقطي تي ٿيو

آهي. ڇاڪاڻ اسان تـــ جڏهن حسن علي عبدالرحمان وائيس چانسيلر هو تڏهن به مات نـ هئاسين، ان جا ڇنڇا نہ هئاسين. اسان ان کان به مطالبا ڪندا هئاسين هينئر اصول جو مسئلو آهي ۽ ڪنهن کي نوڪرشاهي جي عتاب جو شڪار ٿيڻ نہ ڏيون.

ڪجهه يارن ان پمفليٽ خلاف به ڏاڍو زهر ڦهلايو. پر جن پڙهيو انهن ان کي داد ڏنو ۽ پاڻان ڪجهه همت افزائي ڪئي.

آخر ڪجهه عرصي کان پوءِ همراه پنهنجيت وارا ڇٽي آيا ۽ انهن تحريڪ تمام ٿڌي ڏسڻ ۾ اچڻ لڳي. پر اها تہ اوڀار جي جهلڪ هئي اڃا پنڌ تہ پري هو. اها تحريڪ پوءِ ڪيئن وڌي ويجهي ان پوءِ ڪيئن احمد خان جمالي، اقبال ترين، امداد اوڍو، نذير عباسي ۽ شاه محمد شاه ۽ پيا نوجوان اڳواڻ پيدا ڪيا. ڪيئن مسعود نوراني يونيورسٽي جي جنرل باڊي جي ميٽنگن ۾ اسان لاءِ چوندو هو تہ اهي ون يونٽ جو سياسي مسئلو کڻي ٿا اچن ۽ پوءِ ڪن اجلاسن ۾ اسان کي خراج عقيدت پيش ڪندو هو ۽ ڪيئن ڪافي شاگرد اڳواڻن معافي ناما لکيا ۽ اسان جي همراهن پوليس جي عذابن ۽ قيدن اڳيان بہ معافي ناما لکڻ کان انڪار ڪندا رهيا... اهو ڪافي ڊگهو داستان آهي جيڪو زندگي رهي تہ ضرور لکبو. پر اڄ هتي ڪجهه اهم واقعا لهوني طور ڏيڻ جي ڪوشش ڪندس.

اها تحريڪ روز بروز وڌندي وئي. جنهن جهڙن اڳواڻن جي ويهڻ يا وڪڻجڻ سان ختم نه ٿيندي. اها خوشي جي ڳالهه آهي جو شاگرد هاڻ سڄي ملڪ جي ٻين پيڙهيل قومن ۽ پڙهيل طبقن جي تحريڪ، انهن جي اهميت، ۽ تعاون جي اهميت سمجهي رهيا آهن ۽ اهي قومي مسئلن سان گڏ فوجين کان زمينون واپس وٺڻ، ٻين صوبن جا ملازم واپس موڪلڻ وغيره جا مطالبا به ڪن ٿا. اها تحريڪ وڌندي رهندي پر تيسين ڪامياب نه ٿيندي جيسين شاگردن هارين ۽ مزدورن کي سجاڳ ڪري پاڻ سان نه کنيو آهي—
بهرحال......

# ۴ مارچ کان پوءِ

۱۹۶۷ع جي وچ ڌاري حيدرآباد ۾ هڪ ٻي ۾ شاگرد جماعت ٺهي جنهن جي ٺاهڻ ۾ مسعود نوراني ۽ يوسف لغاري، پيش پيش هئا، اها هئي سنڌ اسٽوڊنٽس ڪلچرل آرگنائيزيشن. ان وقت بظاهر حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن (HSF) ۽ سنڌ اسٽوڊنٽس ڪلچرل آرگنائيزيشن (SSCO) جو فرق ليڊرن جا ذاتي اختلاف يا سيسڪو جو رکيو پراڻن سنڌين کي ميمبر ڪرڻ ۽ حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو پروگرام سان متفق ٿيندڙ هر شاگرد ميمبر ٿي سگهيو ٿي. پر اصل ۾ انهن اختلافن جون پاڙون اونهيون هيون، اهي پورهيت طبقي يا ٿورو طبقي جي نمائندگي جدوجهد ۾ ان جي طريقي ڪار ۽ نڪرندڙ نتيجن جا اختلاف هئا، جيڪي جيئن پوءِ ٿيڻ وڌيڪ واضح ٿيندا ويا. ظاهر آهي ته سنڌ رکيو ڪنهن جبل يا ندي جو نالو ڪونهي جيتوڻيڪ اهي به سنڌ جو اهم جز آهن. بنيادي جزو سنڌ جو سوا ڪروڙ عوام آهي انهن جا قومي حق ۽ علائقائي مفاد تمام گهڻا آهن، ان لاءِ ته گهڻي جدوجهد ٿي ڪبي آهي

ٻا ڪرڻي پوندي. پر انهن ۾ ڪجهه طبقن جا مفاد پاڻ ۾ ٽڪرائيندڙ به آهن، هڪ جو فائدو ٻئي جو لازمي نقصان آهي، جيئن ته هاري ۽ زميندار، مزدور ۽ سرمائيدار اسان ڪي به انهن مان ڪنهن نه ڪنهن طبقي سان پنهنجو پاڻ کي وابسته ڪرڻو ئي پوندو آهي پورهيت طبقي سان يا ڦورو طبقي سان. ٿي سگهي ٿو ته انهن طبقن جي پاڻ ۾ آخري فيصلہ ڪن لڙائي قومي حقن ڪان پوءِ ٿئي پر ننڍيون ننڍيون لڙايون ۽ اختلاف هر وقت ۽ هر ميدان ۾ جاري رهن ٿا پوءِ اهي جلسن جلوس جي صورت ۾ هجن يا هڙتال جي صورت ۾، يا ڪم ڪرڻ جي طريقي ۾ ڍنگ ۾ هجن، ايواب، بيگر، بيدخلي ۽ ١٠٩ ۾ ڪاٽ ۾ وجهرائڻ جي صورت ۾ هجن يا وراڻي پورهئي سان مزا ماڻڻ جي شڪل ۾. جيڪو چوي ٿو ته، مان غيرجانبدار آهيان اهو اصل ۾ انهيءَ جو ساٿي آهي جيڪو هيئر ڏاڍو ۽ حاڪم طبقو آهي. جيڪي چون ٿا ته هارين ۽ مزدورن جا مطالبا يا شڪايتون بيان ڪرڻ قومي تحريڪ ۾ ڦوٽ وجهڻ آهي، اهي زميندارن يا سرمائيدارن کي ڪڍهن نہ چوندا آهن ته اوهين ڦرڻ لٽڻ ڇڏي ڏيو جو قومي تحريڪ ۾ ڦوٽ ٿي پوي. انهن جي خاموشي جي تلقين رکو پورهيتن ۽ انهن جي نمائندن لاءِ هوندي آهي—

●

مارچ ۾ جڏهن اسين جيل کان نڪتاسين تڏهن ٿي حڪومت ڪي اها چاڻ پيئي ته آئون سچل ڪالج جو شاگرد آهيان. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ امتحان ٿيو پاس ٿيس، پر خبر پيئي ته يونيورسٽيءَ ۾ منهنجي داخلا تي بندش وڌي ويئي آهي. مون ماٽ ميٽ ۾ محمد چام جي نالي سان فارم ڀريو چاڪاڻ ته اڳي ئي اسڪول ۽ ڪالج ۾ اهوئي نالو داخل هو، يونيورسٽي جي داخلا واري برانچ ۾ ڪجهه دوستن قرب ڪيو، ڊپارٽمينٽ ۾ همراه شڪل صاب نه، سچائندا هئا، سو داخلا ڏيئي ڇڏيائون. پئي ڏينهن ڪلاس ۾ ڪشمير تي بحث هليو ته ظاهر آهي ته مون ان تي ادو موقف ورتو ته ڪشمير ين کي حق خودارادیت ۽ اسان جي ملڪ جي ان کان لاتعلقي، چاڪاڻ ته هو پاڻ قومي حق ڏياڻي ويٺو جيڪو پين سڀني جي موقف کان انوکو هو ان تي ڊاڪٽر صاحب پڇيو تنهنجو نالو؟ ”چام ساقي“ مون جواب ڏنو پر... پر توکي داخلا ڪنهن ڏني توکي ته... ۽ شايد تون اهو ساڳيو trouble Create ڪندڙ شاگرد آهين؟ مون چيو سائين اِيَ ته مون کي خبر ڪانهي داخلا توهان ڏني آهي. پوءِ جڏهن خبر پيس تڏهن پئي هت مٿي تي ڏيئي ويهي رهيو. پر مرحوم ڏاڍو بااصول ماڻهو هو. وائيس چانسيلر چيس ته هن کي ڪڍ ته چيائين ”هڪ دفعو شعبي ۾ داخل ٿي ويو هاڻي هو منهنجو شاگرد آهي، هو هشيار ۽

گهٽ ۾ گهٽ ڪلاس ۾ فرمانبردار شاگرد آهي ان
ڪري منهنجو ضمير اهو ڪڏهن ۾ گوارا نه ڪندو"
وي سي زور ڀريس ته ڇٿو جواب ڏنائين "جي آئون
پوليس وارو نه هجان ها ته استاد آهيان."

ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ يونيورسٽيءَ ۾ چونڊون ٿيون
جن ۾ آئون جنرل سيڪريٽري لاءِ يوسف ڏاهر صدر
لاءِ بيٺاسين. يوسف اليڪشن ڪٽي اسان وسيلن جي تنگي
سبب ۱۱ ووٽن تان چونڊ هارائي جيتوڻيڪ يوسف مرزا
جيڪو سيڪريٽريشپ لاءِ ٻيو اميد وار هو تنهن پوٺا
ٻه سو ووٽ خراب ڪيا. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اها پهرين
اليڪشن هئي جيڪا پروگرام جي بنياد تي وڙهي ويئي
سائين پاڻ ٿي ڏوڪڙ گڏ ڪري ڪارڊ وغيره ڇپايا
مون ٽڪو به خرچ نه ڪيو. هڪ رڪشا ڊرائيور دوست
نور محمد بلوچ پنهنجي رڪشا ان ڏينهن اسان جي حوالي
ڪئي جيڪا ان وقت اسان وٽ اڪيلي سواري هئي.
بهرحال انهي اليڪشن اهو جذبو پيدا ڪيو جنهن اڳتي
هلي تحريڪ ۾ ڪافي هٿي ڏني — ٦٧ جي وچ ڌن
وٺي ١٩٦٨ع جي وچ دور تائين اسان ۾ ٻين شاگرد
گروهن ۾ بظاهر رڳو اهو فرق ڏسڻ ۾ ايندو هو، جو
اسين ون يونٽ جو مسئلو ڪٿندا هئاسين ۽ ٻيا نه ڪٿندا
هئا. پر اهو ته رڳو ظاهري فرق هو، حقيقت ۾ اهو
سنڌ جي مٿين ۽ ڦورو طبقن ۽ (انهن جي نمائندن) جي
بزدليءَ ۽ پورهيتن ۽ (انهن جي نمائندن) جي بهادريءَ

جو فرق هو — (اهو فرق اڄ به هڪ صورت ۾ قائم آهي جو اها سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ئي آهي، جا قومن جي قبضي هيٺ آيل زمين ۽ ٻين صوبن جي سرڪاري ملازمن جي واپسي جا مطالبا ٻڌري پيش ڪري ٿي ۽ جدوجهد جي طريقي ڪار ۾ به هارين ۽ مزدورن کي نه صرف ساڻ ڪٺي جدوجهد ڪرڻ تي يقين رکي ٿي، بلڪه انهن کي منظم ڪرڻ ۾ به هٿي ڏي ٿي. باقي فيڊريشنون يا نه ڪٺن ٿيون يا ڊپيل لفظن ۾ ذڪر ڪري جند ڇڏائين ٿيون.)

انهيءَ دور ۾ يونيورسٽيءَ ۾ جيڪي به جنرل باڊيءَ جون ميٽنگون (عام اجلاس) ٿينديون هيون، انهن ۾ اسان ون يونٽ جي مسئلي تي به ڳالهائيندا هئاسين، نه پيا همراه خصوصاً مسعود نوراني هر تقرير ۾ اهو ضرور چوندو هو ته ”ڪي همراه سياسي مسئلا کڻي اچن ٿا جن سان اسان جو ڪوبه تعلق ناهي، ڪوبه هوشيار رهو“ يا چوندو هو ”ڪي همراه ون يونٽ جو مسئلو کڻي ٿا اچن، جيڪو نعپ جو مسئلو آهي، اسان کي ان کان پاسو ڪرڻ گهرجي.“ بدقسمتيءَ يا خوش قسمتيءَ سان ان وقت تائين نعپ کان سواءِ ٻيون سڀ جماعتون ۽ گروه ون يونٽ جا حامي هئا.

انهيءَ وچ ۾ اسين ون يونٽ جي خلاف ڪڏهن قانوني ته ڪڏهن غير قانوني پمفليٽ ڪڍندا هئاسين، مزدورن جي جلسن ۾ وڃي ون يونٽ جي خلاف نعرا

هوندا هئاسين، ته ڪڏهن اديبن جي ڪچهرين ۾ ۽
شاگردن جي گڏجاڻين ۾ هروڀرو بحث ڪندا هئاسين.
۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪوٺن ڏي هليا ويندا هئاسين.

انهيءَ وچ ۾ ۴ مارچ ۱۹۶۸ع آئي، ۴ مارچ
واري واقعي کي سال ٿيو هو. يونيورسٽي جي ٻاهر جي
موڪل ڪري بند هئي. آئون يوسف ٽالپر، يوسف لغاري
ٽوڙي مسعود لوراني سان مليس ته ۴ مارچ جو ڏينهن
احتجاج جو ڏينهن ڪري ملهايون پر سڀ لنوائي ويا.
ڪنهن چيو چڏ يار ڇا ڪندين؟ ڪنهن چيو ته يونيورسٽي
بند آهي، انڪري سڀو نه ملهائي سگهبو هروڀرو لاءِ
خراب ٿينديون. مون چيو ته، انهي ياد ۽ تسلسل کي
برقرار رکڻ ضروري آهي سو توهان نه ملهايو اسين
ملهائينداسين. ١ــو۽ ڪجهه تختا (پلــي ڪارڊ) ۽ ڪجهه
پردا (بينر) ٺاهي اسان خاموش مظاهرو ڪيو بلڪ جلوس
ڪڍيو جيڪو يونيورسٽي کان ٿيندو رسالا روڊ کان
تلڪ چاڙهي وٽان ٿيندو وري يونيورسٽيءَ ۾ اچي ختم
ٿيو. هن جلوس ۾ اسان ڪل ۲۲ ڄڻا هئاسين جن ۾
منير احمد، مير ٽيپو، علي اڪبر بروهي، هدايت، فداحسين،
ريحان ۽ ڪجهه ٻيا دوست شامل هئاسين جن جا نالا
هن وقت ياد نه آهن ۽ مطالبن تي مشتمل هڪ
پمفليٽ به ورهايو جو رڳو پريس لائين نه هئڻ سبب
هوو ڀرو غيرقانوني ٿــي ويو. ٻئي ڏينهن آئون ڪوٽ
هليو ويس جو منهنجي شادي ٿيڻي هئي. ٻيان فيڊريشن

جي ڪارڪنن مزدورن مان گڏجي آمريڪي سفير
بينجمن اوهلرٽ کي "نازو ڪرڻ" ۾ حصو ورتو جنهن ۾
عربن ۽ ويٽنام جي عوام جي حمايت ۾ نعرا هنيا ويا.
آمريڪي سفير پوءِ هڪ بيان ۾ چيو "اهو ته مون ٻڌو
هو ته حيدرآباد گرم شهر آهي، پر خبر اٿم ته گرم
ترين شهرن مان آهي." ان ۾ نديم، هدايت، شميم ۽
۽ عنايت گرفتار ٿيا، جيڪي پوءِ ٻين شهرن ۾ تاءِ
ڦهلجڻ ڪري ٽئين ڏينهن ضمانت تي آزاد ڪيا ويا.
باقي سرڪار اهو سو قرب ضرور ڪيو جو منهنجو نالو
۽ ڪيس ۾ شامل ڪري ڇڏيو.

مارچ جي آخري هفتي ۾ هڪ پمفليٽ نڪتو،
جنهن جو عنوان هو "جيئي سنڌ". اهو پمفليٽ سرور
شاه ڪڍيو ۽ قاضي خادم جي حيدرآباد پرنٽنگ پريس
مان ڇپيو هو، هن ۾ وزيرن کي ڪچيون گاريون لکيل
هيون. ان پمفليٽ تي سرڪار کي سخت باه هئي،
مثال وري هڪ دوست غلام نبي مکسي کي هڪ
سائيڪلو اسٽائيل ٿيل پمفليٽ سميت سي آءِ ڊي وارن
پڪڙي ورتو، جيڪو هو نه رکو آفيس مان سائيڪلو
اسٽائيل ڪري ٿي آيو، پر سادگي ۽ ناتجربيڪاريءَ
سبب ان کي کليو کلايو ورهائيندو سي آءِ ڊي آفيس
راڻي باغ وٽان اچي لنگهيو، اتي هن کي سي آءِ ڊي
پڪڙي ورتو. هن مسڪين کي مار ڪڍيائون ته هن
ظفر اچڻ جو نالو ٻڌايو جو سازش شامل هو. ظفر جي

لاءِ سنڌس ڪوارٽر تي ڇاپو هنيائون ته، اتان وري الله بخش اڃڻ ۽ علي محمد اڃڻ کي ، وٺي آيا. قاضي خادم ۽ سنڌس والد محمد لائق جا وارنٽ ڪڍيائون. ظفر اڃڻ کي مار ڪڍيائون ته هن ٻڌايو ته، هن ڪم ۾ ان وقت جو حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو صدر (هدايت حسين) ۽ سيڪريٽري (ڇام ساقي) ، شامل آهن. اس ہوءَ ته، حڪومت کي موقعو ملي ويو سو ڪٺي ۱۲۴ [الف] (بغاوت) جو ڪيس ٺاهيائون. قاضي خادم، قاضي محمد لائق، هدايت ۽ آئون روپوش ٿي وياسين ته پوليس اڃڻ ظفر، غلام نبي، قاضي خادم جن جي عيوضي ۾ ٻڪڙيل اشعر قريشي ۽ منظور قريشي ۽ مير ٽپي جي عيوضي ۾ ٻڪڙيل ننڍي ڀاڻس سردار ٽپي تي ازلو ڪيرايو. همراهن کي عذاب ڏين لڳا ته، ڪجھ، انهن تان پوليس جو عذاب گھٽائڻ خاطر ۽ ڪجھ وري پنهنجو پاڻ کي آزمائڻ لاءِ ته سرڪاري عذاب سهڻ جي طاقت آهي يا نه، سو آئون وڃي گرفتار ٿيس. هن دفعي اسين ساڍا چار مهينا کن جيل ۾ رهياسين، ٺيڪ هاءِ ڪورٽ مان ضمانت تي نڪتاسين. هن ڪيس ماحول ٺاهڻ ۾ اسان کي وڏي مدد ڏني. ان کان سواءِ گذريل تحريڪ جي تجربي ۽ مختلف واقعن جي رونما ٿيڻ شعور بخشڻ ۾ هٿي ڏني، جو هر شاگرد اهو محسوس ڪرڻ لڳو هو ته بنيادي مسئلو ون يونٽ کي ٽوڙائڻ ۽ قومي حق وٺڻ آهي. جيل مان ٻاهر نڪرڻ

ڪان پوءِ جيڪي همراهه يونيورسٽيءَ مان پسون پري
استقبال لاءِ آيا هئا، انهن پڻ نعرن جا سهڻا جواب ڏنا.
وري يونيورسٽي ۾ وچ-ي جيڪا جنرل باڊي ميٽنگ
ڪئي هئين ان ۾ پڻ کُلي ون يونٽ جي خلاف ڳالهايو هئين.
اهو پهريون جلسو هو جنهن ۾ ڪنهن کي به ون يونٽ
واري مسئلي ڪٿڻ تي اعتراض جي جرئت ڪانه ٿي——
اهو ماحول نه رکيو ڪيس ۽ اسان واري جيل ڪري
ٺهيو، پر پٺيان اسان جي آزاديءَ لاءِ جيڪا هلچل
هلي ان ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. ان ۾ علي اڪبر
ڀروهي، علي احمد ڏوگر، اقبال ميمڻ، نديم، غلام محمد
ملڪاڻي، قمر ميمڻ، اعجاز قريشي، مسعود پيرزادي ۽
ٻين دوستن ڪافي ڪم ڪيو.

## سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو قيام

جيل مان ٻاهر نڪتاسين ته سون هڪ دورو ڪيو
جنهن ۾ هالا، نوابشاهه، دادو، سکر ۽ ڪڇ، ٻين
شهرن مان گهمي آيس ۽ دوري جي باري ۾ يارن دوستن
مان صلاح مشورو ڪيم ۽ هن نتيجي تي پهتاسين ته
ڪافي شهرن ۾ هم خيال شاگرد جماعتون موجود آهن،
۽ هاڻي سڄي سنڌ جي شاگرد جماعت ٺاهجي. ڪلچرل
آرگنائيزيشن وانگر نالي جي ته اڳي به ٺاهي ٿي سگهياسين،
پر انتظار هن ڳالهه جو رهيو ته حقيقي جماعت ٺاهجي،
سو وقت اچي ويو هو. انهن ڏينهن ۾ پهرين ته هڪ

مذاڪرو "قوم ۽ زبان" ڪرايو ويو جنهن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر اعزاز نظير، حفيظ قريشي، رسول بخش پليجو، فتح الله عثماني، سيد رشيد احمد، ابن حيات پنهور ۽ منير احمد، ڪجهه ٻين دوستن، بزرگن ۽ ڪارڪنن تقريرون ڪيون ۽ انهن سٺو تاثر ڏنو. ان ۾ اسان اهو واضح اعلان ڪيو ته سنڌي، بلوچي، پشتو، بنگالي ۽ پنجابي قومي زبانون آهن ڇاڪاڻ ته اهي قومن جون زبانون آهن. ان ڪري اسان جو مطالبو قومي زبانون بنائڻ نه، پر مڃائڻ جو آهي. ان کان ڪجهه ڏينهن اڳ يا ڪجهه ڏينهن پوءِ سکر ۾ نبي بخش کوسي ۽ پارس ارشاد جن اياز، تنوير، رشيد ڀٽي، فتاح ۽ ٻين دوستن جي مدد سان سنڌي شام ملهائي. اهو پنهنجي نوعيت جو هڪ سٺو فنڪشن هو – اهڙي طرح جي فنڪشن ۽ گڏيل نموني ڪم ڪرڻ سان هڪ يڪجهتي ۽ اتحاد جو، ڪمل طرح سان گرائونڊ تيار ٿي ويو. جنهن بعد سائين جي صلاح سان مون انهي ڇڙوڇڙ طاقت کي منظم ڪرڻ لاءِ آخري تياري طور دورو شروع ڪيو.

دوري کان اڳ ۾ ۳ نومبر ۱۹٦۷ع ڪنوينشن جي تاريخ رکي وئي. هن دوري ۾ ڪجهه پوسٽر پمفليٽ ۽ پيو ضروري لٽريچر به ورهائيندو ويس جيڪي ڪنوينشن بابت هئا، ۽ ڪنوينشن لاءِ چندو به گڏ ڪندو ويس. ڪنوينشن جي ميزبان حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن هئي هن ۾ هالا اسٽوڊنٽس فيڊريشن، نوابشاهه اسٽوڊنٽس فيڊريشن،

جيڪب آباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن، لاڙڪاڻه اسٽوڊنٽس فيڊريشن، دادو اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ ڪجھ ٻين شهرن مان هم خيال دوست سڏايا ويا هئا. يوسف ٽالپر ان وقت يونيورسٽي يونين جو صدر هو. ان کي چيم ته اجلاس يونيورسٽيءَ ۾ سڏايون، هن چيو ته سرڪار هروڀرو ناراض ٿيندي، وري سو روپيه چندي لاءِ چيومانس پر ٽڪو به نه ڏنائين. آخر اسان انڊس هوٽل جو هال ٻُڪ ڪرايوسين. مٿان حيدرآباد ۾ ١٤٤ قلم لڳايو ويو هو ان ڪري کليو اجلاس نٿي ڪري سگهياسين — عين ٣ نومبر تي صبح انڊس هوٽل جي مالڪ چيو ته اسان کي ڪمشنر فون ڪيو آهي ته هال نه ڏيو ۽ صبح سوير ڊي آءِ جي هتي اچي چڙهي ويو آهي. اسان کي ته اڳي ئي سرڪار جي منع ڪرڻ سبب شهر ۾ ڪو هال يا هوٽل نه مليو هو سو باه ٿيا ويٺا هئاسين. مون چيو توهان ٤٠٠ روپيه روڪ وٺو آهن هاڻ هال نه ڏيندؤ ته اسين سڄو هوٽل ڀڃي ڏينداسين ڪافي يونيورسٽي جا ساٿي ۽ مهمان گڏ هئا، ان ڪري هوٽل وارن ٻه هال ڏيڻ ۾ ئي عزت سمجهي ۽ هال ڪراءِ ڏنائون.

ڪنوينشن ۾ اسان صبح جو بند اجلاس منعقد ڪيو جنهن ۾ چونڊون ٿيون مون کي صدر ۽ مير ٿيٻي کي جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. شام جو کليو اجلاس هو، ان ۾ هيموڪالاڻي جو فوٽو هٿ آيو هو ان

جون پنج سو ڪاپيون ڇپرايونسين سي ورها ونسين مهمان خصوصي شيخ عبدالمجيد سنڌي هو. ۽ ٽيبل تي محترم جي ايم سيد جو فوٽو رکيونسين. هن ڪنوينشن کان پهرين ڏينهن اڳ سرڪار سان ڳڻ ڳوڻ ڪجهه پيا همراه به، ڪنوينشن جي اهميت کان واقف ٿيا سو سخت آمريڪي حمايتي مسٽر محمد عمر ميمڻ، يوسف ٽالپر ۽ مسعود نوراني کي چيو ته ڪنوينشن ۾ ڪو هٿ پير هڻو. پنهنجي همراهن اچي منير سان ڳالهايو ته اسان سان ڪنهن کي خصوصاً مسعود کي صدر يا جنرل سيڪريٽري چونڊيو ته اسان به گڏجون نه ته اسان مخالفت ڪنداسين. منير کين انڪار ڪيو ته توهان ۽ اسان ڪافي عرصي کان الڳ آهيون ايڪشن ڪميٽين وغيره ۾ پيا گڏ ٿا هلون. باقي هڪ جماعت ۾ گڏ هلي نه سگهنداسين ۽ نه عهدن تي ڪا سوديبازي ڪنداسين، مخالفت ڪندو ته منهن ڏينداسين. ڪنوينشن جي عام اجلاس وقت اقبال ترين، پرويز شاه ۽ غلام محمد سارنگي اچي گوڙ لڳو ته يوسف ٽالپر ۽ مسعود نوراني کي شريڪ ڪريو، مون انڪار ڪيو. آخر همراهن مان ڪنهن غالباً مهر حسين شاه چيو ته ”مون کي ڇڏيو ته آئون وڃي وٺي اچان.“ همراه ٻاهران اچي ويٺا هئا، سو اقبال ترين ۽ مهر حسين شاه وٺي آيو. مسعود اچڻ سان اچي تقرير ڪئي ته اسان کي شريڪ نه ڪندو ته اها جماعت نام نهاد رهندي مون کي عهدي جي ڪا ڳالهه ڪانهي پر

صدر يا جنرل سيڪريٽري ڪيو ته ٺيڪ آهي. ان تي فيڊريشن جي نئين چونڊيل جوائنٽ سيڪريٽري ۽ نئين واقف ٿيل دوست شاه محمد شاه تقرير ۾ ڪين جواب ڏنو ته اهو نه ٿيندو. آخر سون تقرير ڪئي جنهن ۾ چيو مان ته اوهين بار بار سرڪار جي چمچاگيري لاءِ تيار ٿيا ٿي وڃو ان ڪري هن جماعت ۾ يا هڪ جماعت ۾ نه هلي سگهنداسين. بهادرن ۽ بزدلن جو مستقل ٺاه نٿو ٿي سگهي وغيره وغيره. ها سچ ان ميٽنگ ۾ لالا قادر به مسعود وارن سان گڏجي آيو هو پر ڪجهه ڪونه. (پوءِ جيل ۾ ٻڌايائين ته اسان هر طرح تيار ٿي آيا هئاسين ۽ اسان وٽ چاقو خوردم وغيره سڀ هئا.)

ڪنوينشن ۾ امداد اوڍو، مسعود پيرزادو، منير احمد، احمد خان جمالي، علي اڪبر ٻروهي ۽ هدايت حسين ٻه چونڊيا ويا ۽ مهر حسين شاه کي پريس سيڪريٽري چونڊيو ويو. ڪنوينشن ۾ اهو رٿيو ويو ته جدوجهد هلائڻ لاءِ ماحول سازگار آهي، ان ڪري هڪ دورو ڪري پوءِ ڪنهن نه ڪنهن ٿڌي (Issue) ذريعي جدوجهد شروع ڪري معاملو ون يونٽ ٽوڙائڻ ۽ جمهوريت جي حاصل ڪرڻ تائين وٺي وڃجي. ڪنوينشن جي پٺيان ڏينهن يوسف ٽالپر اچي مليو ته سڀائي کوڙ شروع ڪريو ته گڏ آهيون، جيم ته دورو مڪمل ڪري وٺون. ان تي چيائين پوءِ اسان شريڪ نه ٿينداسين.

بهرحال انهي ڏينهن سڀني گڏجي يونيورسٽيءَ ۾ جلسو ڪري
جلوس ڪڍيو ۽ وي سي جي آفيس ۾ وياسين جتي
ڪجهه دوستن ڀيچ ڊاهه ڪئي (اها خبر پوءِ پئي ته
ان ڏينهن تي همراهن جو زور هن ڪري جو انجنيرنگ
ڪاليج جي تعمير جي سلسلي ۾ ايسن جي هيٺ مٿاهين
جي جاچ ڪرڻ لاءِ هڪ ڪميٽي آيل هئي). ان ڪوڙ
جي ٽئين ڏينهن مون کي رات جو لياقت ميڊيڪل
ڪاليج هاسٽل مان رات جو ۳ بجي ڇهن ٽرڪن سان
گهيرو ڪري اچي گرفتار ڪيائون پر ان وقت تائين
آئون پنهنجي شهرن ڏانهن ڇنيون ڇپائيون نياپا نڙا موڪلي
چڪو هوس ۽ ڪم دوستن ۾ ورهائي چڪو هوس سو
ڪم تي ڪو خاص اثر نه پئجي سگهيو ۽ تحريڪ
شروع ٿي وئي. يونيورسٽيءَ مان ميرٿيبو، مسعود نوراني،
يوسف ٽالپر، نديم هدايت، غلام محمد ساريو، اقبال ترين،
عنايت ڪشميري ۽ لالا قادر گرفتار ٿي چڪا هئا،
مهر حسين شاه روپوش رهي دورا شروع ڪيا. تحريڪ
کي منظم ڪيو.

جيل ۾ جو سڀ اچي گڏياسين ته ڪجهه گفتگو
ڪان پوءِ مسعود، يوسف، ترين ۽ ساريي جن ڪنوينشن
۾ ڪيل ڪوڙ تي پڇتاءُ جو اظهار ڪيو ۽ اسان سڀني
گڏجي فيصلو ڪيو ته هو ٿي اهي همراه سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس
فيڊريشن جا ميمبر ٿيندا ۽ گڏجي ڪم ڪندو.

## تحريڪ ۾ مختلف سوچون

١٣ تاريخ نومبر پنو ۽ ولي خان گرفتار ٿيا ته
هتي وري حفيظ قريشي، سائين باقر شاه ( مرحوم )،
رسول بخش پليجو ۽ شوڪت سنڌي گرفتار ٿي اچي
پهتا. غلام محمد لغاري اڳيئي هتي موجود هو.

حفيظ قريشي ۽ رسول بخش پليجي اچڻ سان اچي
آهي آهي لهواريون اوپاريون شروع ڪيون جو وري
ٽالپر، لالا، مسعود، ترين ۽ ساريو اسان کان الڳ
ٿي ويا. قريشي صاحب اچي صبح شام منير کي ڪچيون
گاريون ڏيڻ شروع ڪيون ته ماڻي ڀختاور واري
ڪهاڻي ۾ پنجابي وڏيرو ڇو لکيو اٿس؟ چوڌري ڇو نه
لکيائين؟ هنن سرخن ماءُ جي... کي سنڌي لفظ "وڏيري"
کان نفرت آهي. ان تان آئون قريشي صاحب تڪا مٿا
ٿيامين ته قريشي صاحب ڪٺي ڳالهه، سان ڳالهوڙو ٺاهيو
۽ وڃي لغاري صاحب کي دانهن ڏنائين ته ڄام مون
کي قتل ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني آهي نبيرو ڪرڻ تي
خير لغاري صاحب کي ، ايئي ته قريشي صاحب اهو
تهليءَ سان ٿمپ اٿايو آهي. بس پوءِ ته قريشي صاحب
۽ پليجي صاحب کي موقعو مليو وٺو سو اسان کي پاڻ
۾ ، ڪافي پري ڪري ڇڏيائون.

انهن ئي ڏينهن ۾ اتي جيل ۾ ئي پنهنجي جي سالگره
جو ڏينهن آيو جنهن جي وري شوڪت سنڌي دعوت
ڪئي — دعوت ۾ چانهه پاڻي کان پوءِ تقريرون ٿيون

جن ۾ سائين باقرشاه، مون، عنايت، هدايت، ميرٿيپي ۽ نديم جي تقريرن جو حاصل مقصد تقريباً تقريباً اهو هو ته پنهنجو جيستائين ون يونٽ جو مسئلو نٿو ڪٽجي اسان جو ليڊر ناهي — ان تي شوڪت ته لحاظ وارو ماڻهو هو، پر حفيظ قريشي ۽ ٻليجو اچي منهنجا ڇــي "هو پاڪستان ليول جو ليڊر آهي ون يونٽ جو حامي هجي ته به سنڌي آهي هــي سرخا سنڌي ليڊر نٿا سهن."

مون پنهنجي جي باري ۾ سيد جي راءِ جو ذڪر ڪيو ته قريشي صاحب مورڳو چڙي پيو "سائين ڪي ته خبر پئي تي ڪانه پنهنجو آخر سنڌي ليڊر آهي پلي لڳ رڪي" سو بهرحال اها دعوت ڪافي تاخ ڪلاميءَ ڪان پوءِ بدمزگيءَ سان ختم ٿي —

اسين اچا جيل ۾ ٿي هئاسين ته سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جون ست سٽر برانچون کلي ويون —

ڪنوينشن ڪان ڪجهه ڏينهن اڳي يوسف لغاريءَ کي سرڪار تحريڪ کان الڳ ڪرڻ لاءِ نوڪري ڏني. يوسف ان تي ڪجهه شرمندگي به محسوس ڪندو هو. هڪ ڏينهن لاهورکان موٽڻ تي مليو چيائين آءٌ نوڪري ۾ سو رپيا ماهوار ڏيڻ لاءِ تيار آهيان اهي پلي ڪر ۾ آڻيو، مون انڪار ڪيو ۽ چيومانس ته نوڪري ياد هوندو تــه مون نوڪري ڪنهن زماني ۾ پنج رپيا ماهوار ڏيڻ لاءِ چيو هــو جيڪي نــه ڏنيئه هي هزار پگهار اسان جي اعتماد جي قيمت آهي جا نه وٺندس."

انهن ئي ڏينهن ۾ عيسائي جي ذريعي مون کي ڪلاس
ون نوڪري يا سول سروس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ لالچون
آڇيون ويون ته انڪار ڪيو هئم ۽ ساڳي ريت وي
سي صالح قريشي صاحب ۽ مون کي گهرائي چيو ته
ڏهه هزار روپيا ايڊوانس وٺ ۽ هزار روپيا ماهوار
اسڪالرشپ وٺ انگلنڊ، آمريڪا، ڍاڪا يا پشاور
يونيورسٽيءَ ۾ وڃي پڙهه — مون انڪار ڪري سندس
سامهون پهريون پيرو سگريٽ دکايو ته چڙي چيائين اهو
چاهي؟ مون چيومانس قيمت لڳائي تو استاد شاگرد
وارو ناتو ته هاڻ نهوڙي ڇڏيو هاڻ خير آهي — اتان
نڪتس ته هاڻ وڃي منهنجي ڊپارٽمينٽ ۾ تقرير ڪيائين
چي هيترا پئسا ڇياماس ار نتو سچي معنيٰ ۾ هڪ
هن کان وڌيڪ پئسا ملنس ٿا" ان تي ڇوڪرن ڏاڍو
هوٽ ڪيس چيائون "هو صالح قريشي ناهي چار ساقي
آهي" پر ان جو ڪجهه اثر خراب ۽ ٿيو جو ڪجهه
همراهن اهو ۽ چيو ته يار ائين ڪٿي ڪجي ان ۾
ڪهڙي خرابي آهي؟ مس مس سمجهايم ته ان مان
قومي خود اعتمادي گهٽبي آهي ۽ ماڻهو ڪارڪنن تي
ڀروسو ڪرڻ ڇڏي ڏيندا آهن —

ان وچ ۾ ايوب خان خلاف گوڙ ڏاڍو وڌي ويو
سڄي ملڪ ۾ هنگاما شروع ٿي ويا. ايوب خان اليڪشن
نه وڙهڻ جو اعلان ڪيو ۽ اسان کي ٽربيونل فبروريءَ
جي پهرين هفتي ۾ ٽي مهنا پورا ٿيڻ تي ڇڏي ڏنو.

آزاد ٿيڻ کان پوءِ اسان سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن وارا هڪ گاڏي ۾ آياسين ته مسعود نوراني، يوسف ٽالپر ۽ ٻيا ٻي گاڏي ۾ آيا — مسعود نوراني استقبال واري جلسي ۾ يونيورسٽيءَ ۾ تقرير ڪندي چيو ”مون کي اوهان شاگردن تي افسوس آهي جو اوهان اهڙن ماڻهن کي ٻه ليڊر ٺاهيو جن جا ڪپڙا ڦاٽل هوندا آهن ۽ جن کي پائڻ لاءِ چپل ٻه ڪانهي!!“ ساڳئي نموني واري ڳالهه هڪ دفعو حفيظ قريشي ٻه ڪئي ته ”ماڻهو سڀ مري ويا جو هڪ پرائمري ماستر جو پٽ تو اسان جو ليڊر ٿئي!“ مون کي انهن جملن تي ڪڏهن ٻه ذاتي طور ڪاوڙ نه آئي اڻلندو ڪل ايندي هئي ته سنڌ جي ڏورو طبقن جا همدرد ٻورهيتن ۽ الهن جي همدردن جي ڪارڪنن لاءِ سنڌن طبقاتي نفرت جو ڪنهن سهڻي طريقي سان اظهار ٻه نٿا ڪري سگهون— (هاڻي ته خير ڪافي هوشياريءَ سان اظهار ڪن ٿا).

## شهيد هوشو جي ورسي

مون جيل سان ئي اقبال ميمڻ کي جيڪو ان وقت فيڊريشن جو قائم مقام صدر هو، خط لکيو ته جماعت اسلامي وارا يوم فاتح سنڌ محمد بن قاسم پيا ملهائين، اوهين هوش محمد شيدي جي ورسي ملهايو. اقبال، مولابخش جن کي چيو ته پهرين اها ڏان سعيدآباد ۾ ملهائي ويئي ۽ پوءِ اسان جي آزاد ٿيڻ کان ڪجهه

ڏينهن پوءِ غالباً ١٦ فبروري تي سنت هال ۾ ملهائي ويئي— مون کي خوشي آهي جو اهو فخر سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن کي حاصل آهي جو انهيءَ سڄي سنڌ ۾ سڀ کان پهرين هوش محمد شهيد جي ورسي ملهائي جيڪا پوءِ عام ٿي ويئي ۽ اهائي، پهرين شاگرد جماعت آهي جنهن سنڌيءَ طرح ون يونٽ خلاف جهاد جو جهنڊو بلند ڪيو— اسان آزاد ٿين کان پوءِ هوش محمد شهيد جي مزار تي حاضر ٿياسين، ڪامريڊ جتوئي ۽ اتي ئي حاضري ڏاني هئي—



اهو فبروري ١٩٦٩ع جو زمانو هو سڄي سنڌ ۾ جلسن جي وٺ وٺان ٿي ويئي. خالد سنڌي ۽ ٻين همراهن گاڏي کاتي واري جيئي سنڌ چوڪ ۾ علامتي بک هڙتالون شروع ڪيون— مير ٿيبي اعلان ڪيو ته جي ايم سيد تان گهران ٻاهر نڪرڻ جي پابندي نه هٽائي ويئي ته هو مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال ڪندو پر شڪر ٿيو جو اهي پابنديون جلدئي هٽي ويون ۽ اسان جو ارادي جو اڻل پرڪاني ۾ ڪمزور مير ٿيبو بچي ويو.

## اندرون سنڌ ۾ جلسن جو پروگرام

هاڻي سنڌ جي سياسي ماحول ۾ اڪثر جلسا سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن طرفان ٿيندا هئا ڇاڪاڻ ته ٻي ڪنهن به جماعت جو حيدرآباد کان ٻاهر وجود ڪونه

هو. اسان هر جلسي ۾ وسيع تر اتحاد جو ثبوت ڏيندي مسعود نوراني ته ـ وڏي يوسف ٽالپر وارن کي گهرائيندا هئاسين ته جيئن سنڌ جا وڏا ۾ وڏ ماڻهو تحريڪ سان عملي طرح منسلڪ رهن. حفيظ قريشي کي به گهرائيندا هئاسين. گهڻو ڪري هر جلسي ۾ صدارت ڪامريڊ جتوئي (مرحوم) ڪندو هو ته مهمان خصوصي آئون هوندو هوس يا آئون صدارت ڪندو هئس ته ڪامريڊ مهمان خصوصي هوندو هو، يا ڪڏهن ڪڏهن وري مقامي پراڻچ جي صدر کان صدارت ڪرائيندا هئاسين. هڪ ڏينهن سڪرنڊ ۾ جلسو ته ٻئي ڏينهن قاضي احمد ٽئين ڏينهن مورو، ته چوٿين ڏينهن نوابشاه، مطلب ته تمام تيزي سان ڪم هلي رهيو هو.

نوابشاه ۾ جتوئي صاحب جي صدارتي تقرير کان پوءِ جنهن ۾ جتوئي صاحب اردو ڳالهائيندڙن کي اپيل ڪئي ته اهي به ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ شريڪ ٿين، حفيظ قريشي اٿي ڪامريڊ جتوئي جي خلاف ڳالهايو ان تي جتوئي صاحب ڪافي ناراض ٿيو ان کان اڳ به هڪ ٻه بدمزگي جا واقعا ٿي چڪا هئا جن ۾ بسنت هال واري هوشو شهيد جي ورسي ۾ "جيئي سنڌ" جي ٽئين نعري کي روشناس ڪرائڻ لاءِ اسان جيئي سنڌ جو مطلب "ون يونٽ ٽوڙيو" لکيو هو ان تي قريشي صاحب چوءِ چنڊيا هئا ته اهو به سمجهائڻ جي ضرورت آهي ته جيئي سنڌ جو مطلب ڇا آهي؟ جي ائين آهي

۽ ماٺ ڪري وڃي گهر ويهو (پر ٻوءِ مون کي ٻڌايائين ته اها مخالفت براءِ مخالفت هئي). اها ٻي ڳالهه آهي ته پاڻ جيل ۾ تلخ ڪلامين ڪان ٻ-وءِ ڇٽي چڪو هو ته "چاڪاڻ ته سرخا جيئي سنڌ جو نعرو هڻن ٿا ان ڪري اسان لاءِ اهو نعرو مڪروه ٿي چڪو آهي."
ان ڪان سواءِ مڪرنڊ ۾ اسان ڪيس عزت ڏيئي سڀ ڪان آخر ۾ تقرير جو وارو ڏنوسوسين (جيڪو جتوئي صاحب جي موجودگيءَ ۾ تمام وڏي عزت جو باعث هو) ته تقرير ۾ چيائين ته مون کي آخر ۾ وارو ڏيئي ٽڪل ٻيلڪ ڏيندا آهن انهي سازش کي سمجهو! سو جتوئي صاحب نوابشاه واري جلسي جي پٺي ڏينهن ڏهراڄن واري جاءِ تي ليرن ڪندي مون کي چيو ته حفيظ قريشي ۽ مسعود نوراني گڏ هوندا ته آئون جلسن ۾ نه هلندس. مسعود ون يونٽ خلاف گهٽ ۽ سنڌي مهاجر جهيڙي جي تبليغ ٿو ڪري. اهي ماڻهو تحريڪ کي نقصان پيا پهچائين. ٺورا منٿون، پر پيو ٿيو خير، جتوئي صاحب پڙ ڪيڍي پيئو آخر مون ضمانت ڪئي ته هاڻي جيڪڏهن هنن پنهي ڪا اهڙي حرڪت ڪئي يا توهان جي خلاف ڳالهايو ته آئون اسٽيج تان لاهيندوسان تڏهن وڃي جتوئي صاحب مڃيو. اوڏي مهل مسعود ۽ قريشي صاحب روبرو موجود هئا (اها ٻي ڳالهه آهي ته هاڻي وسيلن جي گهٽائي ۽ ڇاڙيءَ جي زور تي اهي پنهنجو پاڻ کي ئي ڪامريڊ جتوئي جا وارث ٿا سڏائين.)

۴ مارچ تي سيني گڏجي يونيورسٽيءَ ۾ جلسو ڪيوسين. تن ڏينهن ۾ لالا قادر ۽ مسعود وارن جي جماعت ڪلچرل آرگنائيزيشن ۾ شريڪ ٿي چڪو هو. ان کان ڪجهه ڏينهن اڳ نوشهري فيروز جي ڪجهه نوجوانن ريل جي پٽڙي ڪيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي جن ۾ مثل ڪمالائي، محبوب شاه، حيات ڦل ۽ غالباً راشد مورائي شامل هئا. تقريباً انهن ئي ڏينهن ۾ ٽئين ڪوٽ مان نون سالن جي هڪ ڇوڪري کي ريل جو پٽو ڪيڻ تي گرفتار ڪيو ويو هو. انهن ڳالهين ڏاڍو جوش ڦهلايو. ٽيستائين محترم جي ايم سيد به ٻاهر اچي چڪو هو سو جلسن جي ڌم لڳي ويئي سڄي سنڌ ۾ سياسي سرگرميون عروج تي هيون. مگر ۾ پاڙو ڪٽي ويم ته محراپور برانچ مان قمر ميمڻ ۽ غلام رسول سهتي وارن کان اچي سو روپيا وٺي وري سيد جن کي وڃي شڪارپور ۾ رسيس. ٽيستائين سيد جن جيڪب آباد مان جلسو ڪري آيا هئا، آئون اڳي اتان جلسو ڪري آيو هوس. پڌم ته سيد جي جلسي ۾ حاضري تمام گهٽ هئي، جيتوڻيڪ بندوبست سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ئي ڪيو هو. هاڻي تجزئي (ڇنڊڇاڻ) ڪرڻ مان محسوس ڪريان ٿو ته اهو فرق هن ڪري هو جو ماڻهن اسان کان اقتصادي پروگرام خاص طرح هارين مزدورن، وچولن طبقن ۽ هيٺاهن طبقن (ٽئين ۽ چوٿين درجي جي سرڪاري ملازم طبقي)

جي مطالبن ڪٿڻ جي توقع رکي ٿي (جيئن ٽيڪ امان
۽ واضح طور اهي مطالبا ڪ، ڪنيا جو اهو احساس ٿي
رهيو ته، سڪوري وارا ناراض ٿيندا ته، اهو مهاجرن
پنجابين جو ۽ بين الاقوامي پروگرام آهي اهو نه ڪٿڻ
جو فائدو رکو پئي ورتو.) شڪارپور ۾ ٻ، ڏوڪ تمام
مزيدار ٿيا جلسي شروع ٿيڻ تي جڏهن حفيظ قريشي
صاحب تقرير ڪري رهيو هو ته مٿان ميئهن اچي ويو
جلسو ڦٽڻ لڳو ته، شاگردن ڇٽيون موڪليون ۽ نعرا
هڻي مطالبو ڪيو ته ”چام تقرير ڪري.“ قريشي صاحب
ناراض ته ڏاڍو ٿيو پر اتي ڪجهه نه، سگهيو. پوءِ
چوائين: ”اها هنن ٻاڻ چوڪرن کي ڇٽي حرڪت
ڪرائي آهي.“ جنهن تي اياز ڪيس ٻڌايو ته، ”چام
هياتيءَ ۾ پهريون ڀيرو هٿي آيو آهي“ تڏهن مس ماٺ
ڪيائين ٻر جلد ئي ٻيو موقعو مليس سو هيئن جو جلسي
۾ منهنجي ڪيسي مان ڪو شاهينگ محراب پور مان
آندل سو ۽ ڏهه روپيا (يعني ڪل ڏوڪڙ) ڪڍي ويو.
اڪٽي جو پاڙو ٻه نه هجي سو پريشان ته ڏاڍو ٿيس ۽
اسٽيج سيڪريٽري کي چيم ته اعلان ڪري. مون کي
ته هالا وارو تجربو ذهن ۾ هو جتي ڪيسي مان پنجاه
روپيا نڪتا ته، مون کي پڪهر اچي ويو رفيق ميمڻ
سبب پڇيو، چيومانس مون وٽ پاڙو ٻه نه بچيو آهي.
هن جلسي ۾ اعلان ڪيو ته ڪنڊيجوڙ فوراً پڳو آيو
چي ”سائين معاف ڪجو مون کي اوڏي مهل رکو

ڪيسو نظر آيو هو توهان جا پيسا مون تي حرام آهن
شرم حيا اٿئون سو هي واپس وٺو"— شڪارپور ۾
اسٽيج سيڪريٽري غالباً ته آغا طارق اعلان نه ڪيو ته
وري چيم هن ورائيو ته پئسا ملي ويا آهن— پوءِ سندن
جڳهه تي هلي هن سو روپيه ڏنا، اهو ته سمجهيم ته
هن لاءِ بچائڻ خاطر اعلان نه ڪيو ۽ قرب ڪري
سو روپيا ڏنائين ۽ مون کي به مجبوري هئي سو رسمي
طرح انڪار ڪرڻ کان پوءِ رکي ڇڏيم— قريشي صاحب
شروع ٿي ويو جتي ڪٿي چوڻ لڳو "الائي پئسا وڃايا
هئا يا نه پر ويچاري آغا غلام نبي کان وصول ڪري
ڇڏيائين". وقتي طرح داد ڏيڻ ٻي ڳالهه آهي ۽ طبقاتي
نفرت مستقل آهي ۽ رهي ٿي وڏ ۾ وڏ اها روپ مٽائي
ٿي ان تي افسوس ڪرڻ بدرا حيران ٿيڻ جي ڪاٿه
ضرورت ڪانه ٿيندي آهي—

٩- مارچ تي يوسف ٽالپر ۽ يوسف لغاري (جيڪو
وري لوڪري ڇڏي آيو هو) مسعود نوراني وارن کان
الڳ ٿي جيئي سنڌ نوجوان محاذ ٺاهيو جنهن ۾ اقبال
ترين به شامل هو، هي محاذ بنيادي طرح محمد عمر
ميمڻ جي تعاون سان آمريڪا نواز قوم پرست گروپ هو.

## سنڌ متحده محاذ

ساڳي ڏائين مارچ تي حيدرآباد ۾ محترم جي ايم
سيد جي صدارت هيٺ هڪ اجلاس ٿيو جنهن ۾ سنڌ

متحده محاذ ٺاهيو ويو. ان جي ۱۲۰ ڄڻن جي ڪائونسل
۾ باوجود اصرار جي سيد مزدورن جا ٻه نمائندا (ڊيڊ
سيڪڙو) هارين جو هڪ نمائندو (منو سيڪڙو) شاگردن
جا ڏهه (اٺ سيڪڙو) اديبن جا ڏهه (اٺ سيڪرو)
عورتن جا ٻه (ڊيڊ سيڪڙو) سياسي ڪارڪنن سان ۲۴
(ويهه سيڪڙو جن ۾ نعپ ۽ عوامي ليگ جا ورڪر
هئا) باقي سٺ سيڪڙو وڏيرا ڪڻن جو اعلان ڪيو.
ان تي ڪافي ڇيوسيون ٻر سائين نه مڃيو — ٻوء ٻه
گڏ ته رهڻو ئي هو سو رهياسين.

مون کي ڪوٺ وٺي سال کن اچي ٿيو هو سو
ڪوٺ هليو ويس، ته مٿان ۲۵ مارچ تي اچي مارشل لا
لڳي — ان وقت ڪان ٿورو ئي اڳ لالا قادر، آزاد
اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن ٺاهي جنهن ۾ هن ڪان سواء ظفر
اچڻ ٻه-ٺ شامل هو. مارشل لا لڳڻ وقت جيئي سنڌ
چوڪ واري جنوئي پارڪ ۾ ڪجهه همراه بک هڙتال
تي ويٺل هئا — انهن بک هڙتال ختم ڪئي ته وري
يوسف ٽالپر، مسعود نوراني، اقبال ترين ۽ لالاقادر جن
وري اچي اتي تقريرون ڪيون ۽ هڙتال جاري رکڻ
جو اعلان ڪيو. مٿان قريشي صاحب اچي سمجهاين ته
هڙتال ختم ڪريو. هڙتال ته همراهن ختم ڪئي، ٻر
پٺي ڏينهن ته ٻ گرفتار ٿي ويا — ڪجهه ڏينهن ڪان
پوء پٽائي جو ميلو لڳو. اسان ان وقت نڪندا ٻيج
ڇپائي سيلي ۾ ورهائڻ شروع ڪياسين جن ۾ ٿي نعرا

لکيل هئا:

**(١) ون يونٽ ٽوڙيو (٢) سنڌي زبان کي قومي زبان تسليم ڪريو (٣) گرفتار ٿيل شاگردن کي آزاد ڪريو.**

مير ٿيٻو، مهر حسين شاه، مسعود پيرزادو، شفيق صديقي، عبدالحي پليجو ۽ رفيق صفي موقعي تي گرفتار ٿي ويا. ڪي انهن ايجن ڪري، ڪي شام جو فنڪشن ۾ نعرا هڻن ڪري. آئون پوليس وڏان کسڪي هالا مان وچي نڪتس پوءِ دورو ڪرڻ شروع ڪيم. دوستن کي خط لکيم ميرپورخاص ۽ نوابشاه جو دورو ڪري ساڪيهڙو پهتس ته گرفتار ٿيس ظاهر آهي روپوش رهڻ جو ڪوئي تجربو ڪونه هو- بهرحال پوءِ مارشل لا ڪورٽ ۾ خبر پئي ته حڪومت هندستان ڏانهن وڃڻ جو ”ارادو“ رکڻ تي گرفتار ڪيو هو. پيا ته سڀ همراه زباني يقين دهاني تي آزاد ٿي ويا- باقي اسان ٽي چڻا مير، مهر، ۽ آئون وڃي بچياسين، تن کي سال سال سزا ڏيئي ديري اسماعيل خان، هريپور ۽ پشاور جيل ڏانهن موڪليو ويو. انهن ئي ڏينهن ۾ يوسف ٽالپر، مسعود نوراني، لالا قادر، ترين ۽ ٻيا معافي ناما لکي موٽي آيا- پنجاب مان به ڪجهه شاگردن معافي ناما ڏيئي جند ڇڏائي هئي- ان وقت مون کي پشاور جيل ۾ هڪ همراه پچيو سنڌ ۽ پنجاب

جا ڪافي شاگرد ليڊر معافي لکي ڏيئي آزاد ٿيا آهن، توهان به، چو نٿا لکو تڏهن ٿي جواب ۾ اهو بيت چيو هئم:

تو ۾ منهنجي ملير جي، توکي ڇڏيو پورهيت ماڻ،
ڪنڌ م جهڪائج ڪڏهن، سر وڃو سهساڻ،
توکي جيڏا گهاوَ، اوڏو منهنجو من تون!

حيدرآباد جيل ۾ هئاسين ته، محترم الاهي بخش شيخ جو رويو اسان سان تمام بهتر هو، اسان ٽيئي سزا ڪاٽي آياسين ۽ قيدي ڪوڙا ٻائي بيٺا هئاسين ته سندن اکين ۾ پاڻي اچي ويو ڏک ۽ فخر مان چيائين: "بابا ڏاڍا ضدي آهيو!" اکر نڙي مان مس لڪتس، ڏک سزا جو ۽ فخر هن ڳالهه جو ته منهنجي قوم جا نوجوان مارشلائن کي به منهن ڏين ٿا ۽ معافي ناما نٿا لکن.

اسان پشاور جيل ۾ ٿي هئاسين ته ٻڌايان سيد، شاه محمد شاه جن کي سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ "فارورڊ بلاڪ" ٺاهڻ لاءِ چيو ۽ سنڌ متحده محاذ ۾ راشدي ۽ کهڙي کي شريڪ ڪيو. اسان جي جيل ۾ هجڻ سبب معاملو ڪجهه جذباتي نوعيت جو هو سو فارورڊ بلاڪ ٺهي نه سگهيو — پنجن مهنن کان پوءِ اسين واپس امتحان لاءِ حيدرآباد جيل آيا بلڪ آندا وياسين — مير ۽ مهر کي دير سان آندائون انکري سندن امتحان

رهجي ويا ته مون به احتجاج طور ٻاڪاٽ ڪيو. ڪجهه
عرصي کان پوءِ يحيٰ خان حڪومت نام نهاد خيرسگالي
طور اسان کي آزاد ڪري ڇڏيو. جيل ۾ صوبيدار وسان
۽ ميان محمد موسيٰ جن سان سهڻي ڪچهري رهي.
ٻاهر لڪتاسين ته لالا قادر سنڌيءَ ۽ لسٽن ٿاهڻ واري
مسئلي تي ٻڪ هڙتال تي ويٺو. هن مسئلي تي اسان
ته شريڪ ٿياسين پر سيد سخت مخالفت ڪئي. سندس
خيال هو ته اهو روس جي چرچ تي ڪيو پيو وڃي.
جتوئي صاحب حمايت ڪئي. هن ۾ شاهه محمد شاهه
وارن حصو نه ورتو. مسعود نوراني ۽ يوسف ٽالپر وارن
حصو ته ورتو پر اهي جدوجهد کي وسيع ڪرڻ لاءِ
تيار نه هئا ۽ رڳو ٻڪ هڙتال تائين محدود رکڻ ٿي
چاهيائون ڇاڪاڻ ته وڏيڪ ۾ وڏيڪ عوام جي شريڪ
ٿيڻ ڪري لازمي طرح ان جي عوامي ڪردار ۾ فرق
اچي ها. همراهن جلوسن جي مخالفت ڪئي اسان جلوس
ڪيڻ جي واٽ ورتي. ان ڏس ۾ ٽنڊي ڄام وارن
ظهير ٻار ۽ ٻين دوستن ڪافي مدد ڪئي. ان جدوجهد
۾ قاضي فيض محمد ۽ غلام محمد لغاري به، اچي ٻڪ
هڙتال تي ويٺا. اسان سنڌ ۾ همراه موڪلي ٻين هنڌن
به ٻڪ هڙتال شروع ڪئي. مسعود نوراني ۽ يوسف ٽالپر
چيو ته اسان صرف جيڪب آباد، ٽنڊوالهيار ۽ بدين ۾
ڪجهه ڪرائي سگهنداسين. باقي ذمو سنڌ ليشنل وارا
کڻو اهو ذمو کنيوسين. جلوس واري معاملي تي ايتري

ڳالهه وڏي جو اسان ٢١ نومبر تي جلوس ڪڍڻ جو فيصلو ڪيو جو ايڪشن ڪاميٽيءَ ۾ اڪثريت سان فيصلو ڪرايو سين. يونيورسٽيءَ ۾ جلوس نڪري ها ته سڄي سنڌ ۾ جلوس نڪرن ها ۽ اهڙي طرح سان اها تحريڪ تمام وسيع ٿي وڃي ها ۽ آبادي جي چڱي خاصي حصي کي اپيٽ ۾ آڻي ها!. مسعود نوراني ۽ يوسف ٽالپر هن حد تائين ويا جو جلوس بند ڪرائڻ خاطر هنن برگيڊيئر افضل، ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڪمشنر سان صلاح ڪئي ته ڄام کي گرفتار ڪريو ته جلوس نه نڪرندو. اسين ٽيئي ڄام وياسين تقريرون سين ڪيون پر گرفتار رڳو آئون ٿيس. يونيورسٽيءَ ۾ ايڪشن ڪاميٽيءَ جو چيئرمين علي اڪبر بروهي ٿيو ته ان کي فوراً گرفتار ڪيو ويو. بهرحال ڇاڪاڻ ته لسٽن واري تحريڪ بابت گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي مون به اڳي ڪافي لکيو آهي ان ڪري تفصيل ۾ وڃڻ ضروري ناهي. ان وقت ملڪ ۾ مزدورن جي تحريڪ هلي رهي هئي ان ڪري حڪومت پٺي دٻ جهلي نه سگهي ۽ اسان جي مطالبن مڃڻ جو اعلان ڪيائين.

هن جدوجهد جون ٻه ٽي خاص خوبيون اهي هيون:- (١) پهريون ڀيرو سنڌ مان اٺ سو شاگرد ۽ ڪجهه هاري ۽ مزدور جيلن ۾ آيا جن ۾ ڪيترن ئي اسڪولن جا معصوم شاگرد به هئا. (٢) ان ۾ ڪيتريون ئي شاگرديائيون شريڪ ٿيون اهي پڻ تحريڪ جي

ڏهلاءُ جا ڏيکاءُ هئا.

اسان سڀني مان ٻن ڄڻن علي اڪبر اروهي ۽ مون
کي مارشل لا هيٺ سال سال سزا ڏني ويئي ۽ ڪراچي
۽ مڇ جيل موڪليو ويو پر ٻاهران نوجوانن جي دٻاءُ
سبب وري ٻه آزاد ٿي وياسين. ٻاهر لڪتاسين ته شاهه
محمد شاهه ۽ ڪجهه ٻين همراهن سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس
فيڊريشن نيشنلسٽ گروپ ٺاهيو جيتوڻيڪ نوابشاهه ۾ مون
کين ۽ امداد شاهه کي چيو ته هن مان سنڌ جي قومي
حقن واري تحريڪ کي نقصان پهچندو ۽ رڳو پني کي
فائدو پهچندو جو اوهين اسان جي خلاف پروپگنڊا ڪندا
تحريڪ جي اتحاد ۽ ساک (اميج) کي ڌڪ رسندو. امداد شاهه
چيو "چام! شاهه محمد تنهنجي خلاف؟ تو کي اعتبار اچي
ٿو؟" مون جواب ڏنو هو ته هي پنهنجي علحدگي جو
جواز پيدا ڪرڻ لاءِ اهڙا الزام ضرور هڻندا ۽
ائين ئي ٿيو. آخر کين يوسف ٽالپر واري آمريڪا
نواز گروپ سان وڃي ملڻو پيو. ان علحدگي جا ڪجهه
ٻيا ٻه سبب هئا جو اسان سان گڏ هئڻ ڪري راشدي
(چانڊيل سچانل آمريڪا نواز) جن جي ذريعي چونڊن ۾
ڪاڻ مالي مدد نه ٿي سگهي ها. بهرحال سيد صاحب
نيشنلسٽ گروپ ٺهرائي ان جي پيڙائي شروع ڪئي
ته اسان به محاذ کان الڳ ٿي وياسين — انهن ڏينهن
ٻه پيون ڳالهيون به اهم آهن هڪ ته سيد پابندي هئڻ
شرط ڪراچي اچي رهيو هو ته ڪراچي نعپ استقبال

جو اعلان ڪيو جيڪو ٻڌي سيد گاڏي مان ئي ڇڏي
۽ همراه مايوس موٽي ويا ۽ پوءِ هي ته سيد اهو چوڻ
شروع ڪيو ته نعپ جي آئين ۾ زونل فيڊريشن جو
ذڪر آهي (جيڪو پوءِ ترت ئي ڪڍيو ويو هو)
واضح رهي ته نعپ ٺهڻ واري پهرين اجلاس پهرين
جولاءِ ١٩٥٧ع تي سيد، غفارخان، قصوري، پاشاڻي،
عثماني ۽ اچڪزئي ووٽ جي زور تي زونل فيڊريشن
رکائي هئي جڏهن ته سڄي ملڪ جي سرخن (انقلابين)
ان جي ۽ نعپ جي آئين ۾ سوشلزم رکائڻ جي مخالفت
ڪئي هئي، ڇاڪاڻ ته انقلابين جو خيال هو ۽ آهي
ته سوشلزم صرف ڪميونسٽ پارٽي ئي آڻي سگهي ٿي —
آن مهل هنن وڏن ليڊرن الزام هنيو هو ته سرخا يونٽ
ٽوڙائڻ نٿا چاهين ان ڪري زونل فيڊريشن جهڙي
حقيقي ۽ ممڪن مطالبي بدران مڪمل صوبائي
خود مختياري ٿا گهرن — بهرحال ١٩٧٠ع ۾ اسان
فيڊريشن جو ساليانو اجلاس سڏايو جنهن ۾ مهرشاه کي
صدر ۽ سور ٿيٻي کي جنرل سيڪريٽري چونڊيوسين. هن
ئي دور ۾ نذير عباسي، سهيل سانگي وارا ڪجهه وڌيڪ
تيز ٿيا. ۽ هن ئي دور ۾ مون هاري ڪارڪن تي
ڄم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ون يونٽ جي ٽٽڻ کان
پوءِ ٻه رستا هئا: هڪ اهو ته حقيقي صوبائي خودمختياري
۽ ٻين قومي ۽ اقتصادي مسئلن ۽ پيڙهيل طبقن جي
مطالبن کي ڪٺي اڳتي وڌجي جنهن ۾ ئي سنڌ جي

عوام جي خوشحالي هئي. جيڪو اوڪو ۽ اڻانگو رستو هو ڇا آهي ۽ ڇو هي ته فرق، وارپت ڦهلائي دڪانداري قائم رکجي جيئن ان سان مزدور دشمني وارو معاملو ٻه چئو نه ڏسڻ ۾ اچي.

هن ڏس ۾ اسان ١٩٧٠ع ۾ ٻي بلوچ اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن، پختون اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ پنجاب اسٽوڊنٽس يونين سان گڏجي پاڪستان فيڊرل يونين آف اسٽوڊنٽس (PFUS) جو قيام عمل ۾ آندو ۽ اسان جي پشاور وغيره جي جيل واري دور ۾ سياسي چرچر تي بندش هئڻ ۽ رڳو سياسي جماعتن کي اجازت هئڻ سبب شاگرد هاري مزدور عوامي رابط ڪاميٽي بابا سنڌ جيئي صاحب جي سرپرستي ۾ ٺهي ۽ ان جي ٻي سهاري سڪرنڊ ۾ ايڏي وڏي هاري ڪانفرنس ٿي جيڏي اڳ ڪڏهن ٻه سنڌ ۾ نه ٿي هئي.

## پڄاڻي

١٩٧١ع ۾ جڏهن بنگال ۾ قتل عام شروع ٿيو تڏهن هتي مجيب الرحمان جا نام نهاد حامي قوم پرست شاگرد گهرن ۾ گهڙي سوڙيون تاڻي سمهي پيا ان وقت اها سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ رابط ڪاميٽي ٿي هئي جن ان خلاف حيدرآباد، نوابشاهه ۽ ڪراچي ۾ جلوس ۽ پمفليٽ ڪڍيا هئا ۽ تحريڪ جي نئين رخ کان هر وقت عوام کي باخبر رکيو هو. ۽ اڄين وقت ثابت ڪندو رهيو آهي ته ڪير قومي حقن لاءِ وڙهن

ٽا ۽ ڪبر... !

باقي جيستائين الزامن جو تعلق آهي سو ڪي مشڪرا ته اهو ٻه ٽا لکن ته لساني فساد ٽيا تڏهن ڇام ڪٿي هو — جن کي اها ٻه خبر ڪانهي ته ان وقت ملتان جيل ۾ آئون يحيٰ حڪومت طرفان ٻڌايل سزا، جا پنهنجي دور ۾ تعميل ٿي سا ڀوڳي رهيو هوس. سو اهڙن الزامن جا ڪهڙا جواب ڏيا البت آخر ۾ اياز جو هڪ بيت ياد آيو اٿم :

اسان تي الزام، آندا جڳ جيئڻ جا،
جنهن جي روز جواب ۾ جرڪيا منهنجا ڄام،
الا ڪڏهن عام، سندا منهنجي روح کي!

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرنڌڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَڀِئي جي مدد ڪَرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽِـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-
اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناڊانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڙ پڙهڻ ۽ وڏ ڪان وڏ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪُر پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)